# سنڌي شهرن جي تاريخ

منصور قادر جوڻيجو

مارئي فائونڊيشن جو ٻيو ڪتاب

---

ڪتاب: سنڌي شهيدن جي تاريخ

ليکڪ: منصور قادر جوڻيجو

ٻه اکر: نديم سومرو

ڇپائيندڙ: ذوالفقارعلي ٻٻر، مارئي فائونڊيشن ڪراچي.

ڇپيندڙ: لاهوت آرٽ پرنٽرز، هوم اسٽيڊ هال چاڙهي
حيدرآباد سنڌ.

سال: آگسٽ ١٩٨٦ع.

تعداد: هڪ هزار

قيمت: ٻارهن روپيه

---

Book: Sindhi Shahidan Ji Tareekh.

By : Mansoor Qadir Junejo.

Words: Nadim Soomro.

Published by: Zulfiqar Ali Babar, Marvi
Foundation, Karachi.

Year August: 1986.

Price Rs: 12/—

## ارپنا

# سنڌ ڌرتيءَ جي امر شهيدن

امير علي شاهه

جادل منگي

ڪمال راهمون

روپ چند

۽

رضا محمد بنگلاڻيءَ

جي نالي........

— منصور قادر جوڻيجو

پــــ اکر

# هن ڪتاب ۾

● مخدوم بلاول شهيد:

حڪمران ٽولي مخدوم بلاول شهيد جي جتيءَ ۾ هڪ سازش تحت قرآن شريف جون آيتون سبايون ۽ فتويٰ فروش ملان کان فتويٰ وٺي کيس گهاڻي ۾ پيڙايو ويو جيڪا دنيا جي تاريخ ۾ منفرد ۽ سخت ترين سزا آهي.

● شاهه عنايت شهيد:

شاهه عنايت شهيد کي سازش ۽ دوهه سان جنگ بندي ڪرائي وٺي ۽ اعظم خان قرآن وچ ۾ آڻي شاهه جي بهاني کيس سوريءَ سزاوار بڻايو. سندس شهادت کان پوءِ "يا الله" جي نعري تي مسلمان حاڪمن قانوني بندش لڳائي ڇڏي ۽ جنهن سنڌي ماڻهو الله جو نعرو هڻي هنيو تنهن کي اسلامي تلوار سان شهيد ڪيو هئي ويو.

● شهيد هوشو شيدي:

انگريز فاتحن سنڌ کي غلام بنائڻ لاءِ سنڌين جو قتل عام ڪيو، آخري جنگ ۾ دبي جي ميدان جنگ تان ٽالپر ته ڀڄي ويا پر سنڌ نوڪر هوشو شيديءَ اعلان جنگ ڪندي قومپرستي جو عظيم نعرو بلند ڪيو ته "مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون."

● **شهيد هيمون ڪالاڻي :**

شهيد هيمون ڪالاڻي کي زور ڀريو ويو ته هو معافي نامو لکي ڏئي ته ڪيس آزاد ڪيو ويندو پر هيمون چيو ته، "هڪ طرف انفرادي زندگي آهي ته ٻئي طرف ديس جي آزادي آهي، مان ديس جي آزاديءَ خاطر ڦاهيءَ تي چڙهڻ لاءِ تيار آهيان، ۽ آزادي زنـده باد چوندي ڦاسي چڙهيو.

دوست ۽ ساٿي منصور قادر جوڻيجي جو هي ڪتاب تاريخ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ اهم آهي، ڇو ته هن ڪتاب ۾ وساريل ورق هن ساٿيءَ پنهنجي مخصوص انداز سان ياد ڏياريا آهن. اميد ته اڳيان به وڏيڪ جوش ۽ جذبي سان لکندو رهندو.

**— نديم سومرو**

**(شهيد الهه بخش سومري جو ڏهٽو)**

# مهاڳ

## سنڌ مقدس عقيدو ۽ ايمان آ

مون پنهنجي هن ڪتاب ۾ سنڌ جي چئن عظيم، اڏول، سورهيه ۽ سرويچ سنڌي شهيدن جو ذڪر ڪيو آهي. جن پنهنجي ڌرتي ماءُ سنڌ جي آزادي لاءِ سر ڏيئي سرها ٿيا. جن آزاديءَ جي اجهامندڙ ڏيئي ۾ پنهنجي رت جو هڪ هڪ ڦڙو شامل ڪري آزاديءَ جي ٻرندڙ ڏيئي کي وسامڻ نه ڏنو. شهيد ٿي ويا پر وڪيا ۽ جهڪيا ڪڏهن به نه، سر ڏنائون پر سنڌ تي آڱر ڪڇڻ نه ڏنائون، پر ان دور جي تاريخ هنن عظيم انسانن ۽ سرويچ سنڌين جي قتل تي بالڪل خاموش ۽ چپ چاپ آهي. سنڌ جي تاريخ دنيا ۾ ٿيندڙ ظلم جبر ۽ ڏاڍ تي ڪڏهن به خاموش ناهي رهي، دنيا ۾ جڏهن به ڪنهن يزيد، مظلومن مٿان تلوار اڀي ڪري سندن زندگيءَ جو گهيرو تنگ ڪيو آهي تڏهن سنڌ جي تاريخ ۾ ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ ڪيڏارو ضرور لکيو ويو آهي پر دنيا جي ڪنهن به تاريخ بي گناهه سنڌين جي قتل عام تي ڪڏهن به ڪيڏاري جو لفظ ناهي لکيو، اهو تاريخ جو وڏو حادثو ۽ سانحو آهي. سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي ته: ”تلوار جو ڏنل گهاءُ

ته پرجي سگهي ٿو پر زبان سان ڏنل گهاءُ ڪڏهن به پرجي نٿو سگهي"، سنڌ جي تاريخ پڙهڻ کان پوءِ هر با شعور ماڻهو ان نتيجي تي پهچي ٿو ته اسان سنڌي ماڻهو تلوار ۽ زبان (قلم) ٻنهي سان ڪٺا ويا آهيون. تاريخ جي سيني مٿان سنڌي ماڻهن جو عام ڪوس ڪندي ڪنهن تلوار باز ۽ بندوق باز کي ته ڪو شرم ۽ حيا ناهي ٿيو پر ڪنهن اهل قلم ۽ تاريخدان جو قلم به شرم ۽ حيا جا سڀ ليڪا لتاڙي ٻار پيو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ جتي ڪٿي قلمڪارن به ظالم ۽ وحشي حڪمرانن جي ڪنهن ناجائز اولاد جيان غيرمشروط ساٿ ڏنو آهي. پر تاريخ اڄ به شاهد آهي ته ڌارين ڌاڙيلن جي تلوار سان ڪٺل سنڌي ته اڄ به سنڌي ماڻهن جي وجودن ۾ زنده آهن پر قلمڪارن جا لکيل هڪ هڪ لفظ اڄ به بي ڏوهي سنڌ واسين مٿان واعدي معاف شاهد بڻيل آهي تاريخ جي سيني تي قتل عام به سنڌين جو ڪيو ويو آهي ته مذهب جي آڙ ۾ ان قتل عام کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ سڀ جائز ناجائز طريقا استعمال ڪيا ويا آهن. پر سچ پوءِ به سچ رهيو آهي. حق ۽ انصاف جي هر جنگ ۾ حق پرستن ۽ انصاف پسندن جي ئي فتح ۽ جيت ٿي آهي جيتوڻيڪ تاريخدانن جي قلم سان لکيل لفظ مظلوم سنڌي قوم مٿان واعدي معاف گواهه بڻجي تاريخ جي سيني مٿان زنده رهيا آهن ۽ شاهدي ڏيندا رهيا آهن.

سنڌ جي تاريخ هڪ طرف تضادن ۽ ٽڪرائن سان ڀريل آهي ته ٻئي طرف ڌارين ڌاڙيان جي هر ظلم ۽ ڌاڍ کي "اسلامي فتح" جهڙو خوبصورت نالو ڏيئي جائز قرار ڏنو ويو آهي. اهڙي صورتحال ۾ مون هنن چئن عظيم هستين تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ ان سان ٽڪرندڙ نتيجن کي سهيڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن عظيم شهيدن ۾ هڪ مخدوم بلاول شهيد آهي، جيڪو سنڌ جي آزاديءَ جو اهڙو امر شهيد آهي جنهن کي حق ۽ انصاف جي جنگ ۾ دنيا جي وحشي سزا ڏني ويئي. کيس گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪيو ويو. تاريخ جي مشاهدي مطابق ته حڪمران ٽولي سندس جتيءَ ۾ هڪ سازش تحت قرآن پاڪ جي آيت مڙهائي ۽ کانئس ئي ان جــي فتويٰ ورتي، ۽ کيس انساني ۽ اخلاقي قدرن کان ڪريل وحشي ترين سزا ڏني ويئي. ليڪن تاريخ دنيا آڏو مخدوم بلاول شهيد کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي.

ٻيو شاهه عنايت شهيد جنهن سنڌ جــي تاريخ کي هڪ نئون رخ ۽ موڙ ڏنو. سنڌ جي تاريخ ۾ هيءَ هڪ نرالي تحريڪ هئي جنهن جهڙو مثال ان کان اڳ دنيا جي ڪنهن به تاريخ ۾ نٿو ملي. اها آزاديءَ جي پهرين تحريڪ هئي جنهن ۾ دنيا جي پهرين سول نافرماني ٿي، پهرين گوريلا طرز واري ويڙهه ڪئي وئي. قومي طبقاتي بنيادن تي پهرين آزاديءَ واري تحريڪ آهي جنهن جو

دنيا جي تاريخ ۾ ذڪر ملي ٿو منهنجي نظر ۾ اهو دنيا جو پهريون تجربو هو جو سنڌي قوم قوم پرستي جي بنياد تي سوشلسٽ نظام لاءِ تحريڪ هلائي. اڄ ته سوشلزم جي آڙ ۾ اسان کان سنڌي هجڻ جو حق به کسيو پيو وڃي. اسان کي سياست ۾ به هيروئن ازم جو حامي بڻجڻ لاءِ مجبور ڪيو پيو وڃي. پر جيڪي ماڻهو لطيف جي ڌرتيءَ جا حقيقي پٽ آهن اهي پڪا پختا ۽ هماليه جيان اٽل ۽ اڏول نظرياتي ماڻهو آهن. جن کي لطيف جي شاعري جي روپ ۾ اها سٽي مليل آهي ته:

"ايءَ نه مارن ريت جو سيڻ مٽائن سون تي،
پکن جي پريت، ماڙين سوُر نه مٽيان."

نظريا ته انسانن لاءِ ڏاهيا ويا آهن پر هتي ته انسانن کي مجبور ڪيو پيو وڃي ته هو نظرين جا نوڪر بڻجن، ۽ نوڪر به ڏارين جي نظرين جا. نظرياتي سياست ڪنهن به مقدس مذهب جو پيو روپ ناهي هوندي جنهن ۾ ارتقائي عمل رڪجي وڃي. پر نظرياتي سياست هميشه قومي نفسيات جي تابع هوندي آهي. پر هتي سنڌ جي سياست ۾ عجيب ڪهاڙيا گهڙي ان کي منجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هتي ته جيترا آهن وات اوترئيون آهن ڳالهيون، جڏهن ڏٺو ويو ته سئو سنات پارنهن ذات اهڙيون پارٽيون آهن جيڪي "سوشلزم" جي ڳالهه ڏيون ڪن تڏهن چيو ويو ته: "حقيقي سوشلسٽ اهو

آهي جيڪو مارڪسسٽ آهي." ۽ جڳ مشهور سوشلسٽ ليکڪ سبط حسن، شاهہ عنايت بابت لکيو تہ، "شاهہ عنايت سنڌ جو پهريون سوشلسٽ صوفي هو." معنيٰ تہ شاه عنايت جيڪو مارڪس کان سئو سال ۽ لينن کان ڏيڍ سئو سال اڳ پيدا ٿيو جيڪو نہ مارڪسسٽ هو نہ لينسٽ اهو وري سوشلسٽ ڪيئن ٿيو؟ مان تہ ائين چوندس تہ شاهہ عنايت صرف ۽ صرف "سنڌي" هو، "سنڌيت" سندس سڀڪجهہ هو ۽ هن "صوفي ازم" جي بنياد تي جدوجهد هلائي. معنيٰ تہ مارڪسزم يا سوشلزم کان سواءِ صوفي ازم جي بنياد تي بہ ماڻهو ترقي پسند يا انقلابي ٿي سگهي ٿو. ان وقت نہ صرف عملي صوفي ازم هو ۽ لطيف ازم هڻ سنڌ ڌرتيءَ مٿان جنم وٺي چڪو هو، ۽ هن وقت "جي ايم ازم" ئي آهي جيڪو جديد دور جو ارتقائي "صوفي ازم" ۽ "لطيف ازم" آهي جيڪو سنڌين جي نجات ۽ ڇوٽڪاري جو واحد ذريعو آهي. تاريخ ۾ شاه عنايت شهيد وارو دور هڪ انقلابي باب آهي جيڪو غلام ۽ مظلوم قومن لاءِ وڏو نظرياتي سبق آهي. مذهبي لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ ان دور جي ظالم حڪمرانن شاه عنايت جي شهادت کان پوءِ "الله الله" جي نعري تي سختيءَ سان بندش هڻي ڇڏي ڇو تہ اهو نعرو شاه عنايت جي انقلابي گوريلا فوج جو هڪ انقلابي نعرو بڻجي ويو هو. ۽ تاريخ ۾ پوءِ بہ شاه عنايت شهيد کي ڏوهي ۽ تلوار باز وحشي

حڪمران ڪي سچو مسلمان ۽ نيڪ نمازي بيان ڪرڻ لاءِ وڏا وس ڪيا ويا آهن جن الله جي نالي وٺڻ وارن لاءِ سوريءَ ذريعي موت جي سزا جو اعلان ڪيو. ان کان وڌو ڪهڙو ثبوت آهي ته تاريخ هميشه ڏنڊي جو ساٿ ڏنو آهي، ۽ هيڻي ۽ ڪمزور سان نا انصافي ڪئي آهي—"

ان کان پوءِ شهيد هوشو شيدي جو ذڪر اچي ٿو جيڪو سنڌ جي حڪمران ٽولي مير ڏاڍپرن جو نوڪر ۽ انگريز حملي آورن جو ڪٽر دشمن هو. ميدان جنگ ۾ گولين جي گونج ۾ چيل هڪ جملي "مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون" ڪيس تاريخ ۾ امر بڻائي ڇڏيو. افسوس جو مقام آهي ته ان بابت به تاريخ ۾ ڪوئي مواد ڪونه ٿو ملي، جيتوڻيڪ مرزا قليچ بيگ جيڪو سندن پاڙي جو ويڙهل هو ۽ هوشوءَ جي پٽ ۽ پوٽي سان مليو ۽ "سنڌ جي تاريخ" ۾ انهن جو ٿورو ڪي گهڻو ذڪر به ڪيو آهي پر وڌيڪ ڪجهه به نه لکيو اٿس. ٻي سٺو ڪن انگريزي ڪتاب ته سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين پر هوشو شهيد تي هڪ صفحو به نه لکيائين. مون هوشوءَ تي هڪ مڪمل ڪتاب لکيو آهي. جنهن ۾ ذاتي طور گهڻي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ پٺيان هوشوءَ جي اولاد بابت معلومات گڏ ڪئي آهي، اهي اڄ به ٽنڊي ٽوڙهي حيدرآباد ۾ مرزا قليچ بيگ جي پوٽيرن جي پاڙي ۾ رهن ٿا سان هوشو شهيد جي ٽڙ پوٽي استاد حسنوءَ

سان مليو آهيان جيڪو هينئر لڳ ڀڳ (٨٠) سالن جي عمر جو آهي ۽ سندس پوٽو سهيل نالي مسام ڪاليج جو شاگرد آهي. اهو سڄو شجرو ان ڪتاب "هوشو شهيد" ۾ لکيو اٿم جيڪو تمام جلد ڇپبو.

چوٿون شهيد هيمون ڪالاڻي آهي جيڪو انگريز سامراج جي آخري دور ۾ انگريزن جي اسلحي جي هڪ ريل گاڏي ڪيرائڻ جي سازش ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ سنڌ جي بچاءَ جي جنگ وڙهندي ڦاسيءَ تي چڙهي ويو پر انگريزن کي لکت ۾ معافي نامو لکي نه ڏنائين. ورهين کان وٺي اسان سنڌي ساٿين کي پنهنجي قومي تاريخ کان ڪٽڻ جون سازشون ڪيون پيون وڃن. مذهب جي آڙ ۾ راجا ڏاهر، هيمون ڪالاڻيءَ، روپلي ڪولهي، اشوڪ ڪمار ۽ روپ چند شهيد کي اسان سنڌي ساٿين کان ڪٽڻ ۽ جدا ڪرڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن پر سائين جي ايم سيد اهو عظيم تاريخدان ۽ بهادر ليکڪ آهي جنهن سڀ کان پهرين شهيد سنڌ راجا ڏاهر کي سنڌ جو پهريون شهيد ڪوٺي تاريخ جي ان ٽٽل ڪڙين کي پاڻ ۾ اهڙو ته مضبوطيءَ سان جوڙي ڇڏيو جنهن جو مثال تاريخ ۾ ڪٿي به نٿو ملي. ان کان پوءِ ئي اڄ سنڌ جي تاريخ مذهبي تعصب ۽ مت ڀيد کان بلڪل پاڪ آهي. ان سلسلي ۾ ٻڌ هيمون ڪالاڻي ۽ ٻرچي وديارٿي جي هڪ پراڻي ساٿي استاد امير بخش رند سان لاڙڪاڻي ۾ ڪچهري ڪري آيو آهيان. جيڪو

پڻ ڪنهن مضمون جي صورت ۾ لکندس. مسئلو آهي ته ڪو به ماڻهو انفرادي طور اهو ڪم نٿو ڪري سگهي، ۽ اسان جا نام نهاد قومي ادارا به اسلام آباد جي آرڊيننس جا محتاج آهن.

حقيقت ۾ ته سنڌ يونيورسٽي، سنڌ الاجي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جهڙن ادارن تي اهو فرض عائد ٿو ٿئي ته اهي ان تاريخ کي زنده رکن. اهي صورت ۾ مستقبل جو سنڌي نوجوان ڪڏهن به نه بخشيندو. جو ته پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ "اقبال چيئر" قائم ڪري اتي اقباليات جو موضوع متعارف ڪرايو ويو آهي پر سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ رڳو مذهبيات ۽ ملڪيات جا شعبا کوليا پيا وڃن. تنهن ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ لطيفيات جو شعبو قائم ڪيو وڃي، ۽ استادن کي کپي ته اهي سنڌي سورهيه ۽ سرويچن تي اسائنمينٽ ۽ ٿيسز جا موضوع ڏين جيئن اڳتي هلي انهن کي ڪتابي صورت ۾ ڇاپيو وڃي.

سنڌ الاجي ۽ سنڌي ادبي بورڊ مذهب جي بنياد تي ڍيل پاليسي بجاءِ سنڌيت جي بنياد تي ڏاهين، جيئن سنڌي ٻولي، سنڌي تهذيب ثقافت، سنڌي فن ۽ سنڌ جي ٻين شعبن ۾ مذهبي ڪٽرپڻي کان آزاد ٿي ڪم ڪري سگهن.

افسوس جو مقام آهي جو پنجاب ۾ راجا رنجيت سنگهه کي قومي هيرو ڪري پوڄيو پيو وڃي ۽ سنڌ ۾ راجا ڏاهر جي نالي وٺڻ تي به بندش آهي، تازو ميرپورخاص جي هڪ

پنجابي ليکڪ هندستان جي سک اڳواڻ پنڊرانوالا (جنهن کي تازو گولڊن ٽيمپل ۾ مارجي ويو) کي پنجاب جو قومي سورمو ڪري لکيو آهي پر هتي هيمون ڪالاڻي جو نالو لکڻ تي به ڪفر جو سرٽيفڪيٽ ڏنو پيو وڃي. هر شام جو پنجين بجي هندستاني ريڊيو آل انڊيا تان جڏهن به ڀڳت ڪنور رام جو مٺڙو آواز ٻڌبو آهي ته چڻ ايمان ئي تازو ٿي ويندو آهي پر ڪيڏو نه ظلم جو مقام آهي ته جنهن آواز سنڌ ۾ جنم ورتو سنڌي ٻوليءَ جي ان امر آواز تي سنڌ جي ريڊيو تي بندش هئڻ هجي، هتي ته زبانون به ڪافر آهن ته آواز به ڪافر آهن، جسم به ڪافر آهن ته جذبا به ڪافر آهن، ذهن به ڪافر آهن ته اکيون به ڪافر آهن — ڇا اهڙي ماحول ۾ اسان سنڌي ماڻهو پنهنجي حق جي صدا بلند ڪرڻ لاءِ به آزاد ناهيون....؟؟ مان ذاتي طور تاريخ پڙهڻ کان پوءِ ان نتيجي تي پهتو آهيان ته سنڌي قوم جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جو تحفظ ۽ بچاءُ نه ڪري ها ته اڄ سنڌس وجود ته ڇا پر نالو نشان به موجود نه هجي ها. پوءِ ته مان ائين چوندس ته وڏي ڇڏيو اهڙو وڻ جنهن مان مٺو ميوو ته ڇا پر ڇانو به نه ملي سگهي، مٿاڻي ڇڏيو اهڙو قبرستان جن ۾ هوشو شهيد ۽ هيمون ڪالاڻي جي قبر جو ته ڪو نشان به نه هجي پر قدرتيءَ جي ڏاڙيلن ارغونن ۽ ترخانن جا وڏا وڏا مقبرا هجن. ميساري ڇڏيو سنڌ جي اهڙي تاريخ

جنهن ۾ ڏاهر ۽ هيمون نه هجي، عنايت ۽ بلاول نه هجي، دودو ۽ دولهه نه هجي، هوشو ۽ روپا نه هجي، اشوڪ ۽ رزاق نه هجي، پر پيا سپ ڏاريا ماڻهو موجود هجن. وساري ڇڏيو اهڙين نظرين کي جنهن ۾ صوفي ازم، لطيف ازم ۽ جي ايم ازم ته موجود نه هجي باقي پيو "هر ازم" موجود هجي، ساڙي ڇڏيو اهڙن ڪتابن کي جن ۾ شاه جو رسالو، سچل جو رسالو، سامي ۽ جا سلوڪ ۽ خليفي نبي بخش جو رسالو ته موجود نه هجن، باقي پيو سيڪجهه موجود هجي ۽ ختم ڪري ڇڏيو اهڙي دنيا کي جنهن ۾ سنڌ ۽ سنڌي آزاد جيون نه گهاري نه سگهن پر پيا سپ ڏاريا ڏاڙيل، ڦورو ۽ لٽيرا آزاد هجن. منهنجي چوڻ جو مطاب ڪنهن شاعر جي زباني آهي ته:

الا ايئن نه ٿئي جو ڪتابن ۾ لکجي،
ته هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي!

آزادي گهرڻ جي عيوض تاريخ ۾ سنڌي قوم کي، انسانيت ۽ اخلاقي قدرن کان ڪريل ۽ وحشي سزائون ڏنيون وييون آهن. سنڌي ماڻهن سان نه رڳو ايترو ظلم ٿيو آهي پر تاريخ جي ڪنهن موڙ تي ڪا ڏکي دل يا ڪا مظلوم اک آلي به نظرنٿي اچي، تاريخ ۾ سنڌي ماڻهن جي ايڏي مظلوميت ۽ بي وسي ڏسي حيرت ٿي وڃي. جنهن ڏينهن سنڌ جو مشهور ڏاڙيل پرو چانڊيو مارجي ويو ان ڏينهن سان پنهنجي ڳوٺ هوس، مون

اڪثر ڏٺو ته سوين ماڻهن جون اکيون ان ڌاڙيل جي موت تي آليون هيون، ۽ ڪيترين دليون دکايل هيون، ڇو ته ماڻهن کي ساڻس همدردي هئي. ان همدرديءَ جو وڏو سبب هي هو ته سندس سڌو سنئون ٽڪر سرڪاري ادارن سان هو. خاص ڪري پوليس سان جيڪا عوام کي ڌاڙيلن کان وڌيڪ ڦري ۽ لٽي ٿي. جيڪي ڌاڙيل عوام سان همدردي ڪن ٿا عوام انهن جو به احسان ۽ ٿورو ڳائي ٿو پر تاريخ سنڌي قوم جي جذبن سان به ناانصافي ڪئي آهي. جيڪي ماڻهو هڪ ڌاڙيل جي مارجڻ تي روئي سگهن ٿا اهي مخدوم بلاول، شاهه عنايت شهيد، شهيد هوشو شيدي ۽ هيمون ڪالاڻي جي موت تي ڇا سمجهان ٿو ته ايترو رنا هوندا جو ڳوڙهن جو طوفان برپا ٿي ويو هوندو. جذبن جو زلزلو اچي ويو هوندو پر سنڌي تاريخ ان سلسلي ۾ به انڌي ٻوڙي ۽ گونگي بڻجي زنده رهي آهي. حقيقت ۾ اهڙي تاريخ کي ته اڌوهيءَ جو کاڄ ٿي وڃڻ کپي ها— سنڌي قوم جي معاملي ۾ تاريخ جي اکين تي به بندش ٿي نظر اچي ته ان جي جذبن تي به بندش ٿي نظر اچي جيڪا اڻ ٿيڻي آ. ڳوڙهن تي به بندش ٿي نظر اچي ته لفظن تي بـه بندش، ايتري قدر جو سنڌ ۽ سنڌي قوم بابت هرقسم جي سچ تي بندش اڳ نظر ٿي اچي.

منصور قادر جوڻيجو

سيهڙ— ٢٠ جولاءِ ٨٦ع

# مخدوم بلاول شهيد

مخدوم بلاول شهيد جي زندگيءَ بابت سنڌ جي تاريخ بلڪل گونگي ٻوڙي آهي. چند سٽن کان سواءِ، سنڌ جي تاريخ جا هزارين صفحا مخدوم بلاول شهيد جي قاتلن جي ثنا ۽ شان ۾ ڪارا ٿيل آهن. سنڌ جي تاريخ ڪتاب به ڪٿي پڙهو اوهان کي هزارين صفحا ڌرتيءَ جي ڌاڙيلن جي شان ۽ مان ۾ لکيل ملندا مطلب ته جنهن به سنڌيءَ پنهنجي ڌرتي ماتا سان ڪنهن معصوم پار جيان پيار ڪيو آهي، ۽ هڪ غيرتمند اولاد جيان هر ڪڄندڙ ٻڙيءَ ۽ ميريءَ اک لاءِ ڪان ۽ ڪک ثابت ٿيو آهي، ۽ جنهن سنڌ ڌرتيءَ ڏانهن ڪڄندڙ هٿ کي وڍڻ جي ڪوشش ڪئي سنڌ جي تاريخ ۾ تاريخدانن ان کي غدار ۽ سرڪش ڪوٺي شهيد ڪيو آهي. ۽ جن به سنڌ ڌرتيءَ کي هڪ وحشي ڌاڙيل جيان لٽيو ۽ ڦريو آهي. تاريخدانن ان کي فرشتو ۽ عظيم ثابت ڪرڻ لاءِ هزارين پنا ميڙايا آهن پر هر دؤر ۾ سچ جو هڪ ڪرڻو به پاڻ اونداهيءَ جو ناپاڪ سينو چيري روشنيءَ جو ثبوت بڻجي نروار ٿيو آهي؛ ۽ اهڙيءَ ريت ڪوڙ جي لکيل هزارن صفحن ۾ به، سچ جو لکيل هڪ لفظ تاريخ جي سيني تي ناقابل ترديد حقيقت بڻجي اڀريو آهي.

## تاريخ جو فاتح:

شهيد مخدوم بلاول به سنڌ جي تاريخ جو اهو عظيم فاتح آهي، جنهن جو ڪردار قومپرست تحريڪ ۾ بنيادي ۽ اهم حيثيت سان اچي ٿو، مخدوم بلاول شهيد سنڌ ۾ قومپرست جدوجهد جو اهو عظيم ۽ اڏول اڳواڻ آهي. جنهن جي رت ۽ قربانيءَ سان سنڌ اندر قومپرست تحريڪ جي پيڙهه جو پهريون پٿر رکيو ويو. سائين جي - ايم - سيد جي لکڻيءَ مطابق ته، ”سندس گروهه قومپرستيءَ جي بنياد تي سنڌ دوستيءَ جو حامي هو.“ ڪٿي جو تاريخ ۾ مخدوم بلاول سان ماڻهن ساڳيو وارو سلوڪ ڪيو آهي ۽ سندس قربانيءَ کي تاريخ ۾ سونهري اکرن سان لکڻ ته ٺهيو پر پڙڪ به ناهي پاتي ويئي. شايد ان جو وڏو سبب اهو آهي ته مخدوم بلاول جو ڪوس به حڪمران جي تلوار ۽ ملا جي فتويٰ جو گڏيل ڪارنامون آهي، تنهن ڪري مصلحت پسند تاريخدان جي قلم کي ڪابه جنبش ۽ غيرت ناهي آئي. ۽ ان ڪري ئي بلاول شهيد تي چند سٽن کان وڌيڪ ناهي لکيو ويو. سنڌي شهيدن سان تاريخ جو وڏو جبر ۽ ڏاڍ هي ٿو نظر اچي ته ڪنهن تاريخدان ۽ قاضيءَ جي قلم ته انصاف ناهي ڪيو پر قوم جي رد عمل ۽ جذبن جو به پتو نٿو پوي.

تاريخ ۾ جهاتي پائڻ سان ٻه قوم جي ڪنهن

ڏکايل ۽ ڏتوڙيل فرد جي اک آلي نظر نٿي اچي ۽
نکو ئي کنهن جي سڏڪي جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿو اچي.
تاريخدانن جي بي حسي ته سمجهه ۾ اچڻ جهڙي آهي
پر قوم ۽ سنڌي عوام جي بي حسي جو ڪو به ڪارڻ
۽ سبب سمجهه ۾ نٿو اچي. سنڌي قوم جي نفسيات ته
اهڙي رهي ئي ناهي جو سدائين هر قسم جي ڏاڍ جبر
۽ بي انصافي تي ايتري خاموشي ماٺ ۽ چپ برقرار رکي
سگهي هجي. سنڌي قوم منهنجي نظر ۾ ته ڌارين جي
تلوار کان وڌيڪ پنهنجي قلم جي ڪٺل رهي آهي.
تاريخدانن جي قلم مٿان حڪمران جي تلوار جو پاڇو
ته نظر اچي ٿو پر ڪنهن مظلوم جي اک مان وهندڙ
ڳوڙهن تي به پهرو ۽ جذبن تي پهرو، سنڌ جي تاريخ
۾ اهڙي اڻ ٿيڻي به ٿي آهي. سنڌ جي تاريخ پڙهڻ کان
پوءِ مان ذاتي طور ان نتيجي تي پهتو آهيان ته سنڌ
جا ماڻهو مظلوميت جي لحاظ کان ڪربلا جي مظلومن
کان به وڌيڪ مظلوم رهيا آهن، جو ته ڪربلا جي
مظلومن سان ته رڳو يزيد جي تلوار انصاف ناهي ڪيو
پر تاريخدانن جي قلم ضرور ساڻن انصاف ڪيو آهي پر
سنڌ جي مظلومن سان نا انصافيءَ جي بدترين تاريخ ايڏي
ته ڊگهي آهي جو ظالم حاڪمن جي تلوار کان وڌيڪ
تاريخدانن ۽ مفتين جي قلم ڪلور ۽ ڪيس ڪيا آهن،
ظالم حاڪمن جي تلوار جو پاڇو نه رڳو تاريخدانن
جي قلم تي حاوي رهيو آهي پر ان وحشي تلوار جو

ٻاڇو سنڌي مظلومن جي اکين مان وهندڙ لڙڪن کي به لوڪن لڪايو آهي، تلوارن جي ڇڙڪائن جي شور ۾ ڪنهن مظلوم سنڌي ماءُ، ڀيڻ ۽ ونيءَ جي روڄ راڙي ۽ سڏڪن جو آواز به ٻڌڻ ۾ نٿو اچي.

## ارغون چنگيز خان جو اولاد:

سنڌ جي تاريخ جو هي وحشي دؤر جنهن ۾ اسانکي مخدوم بلاول شهيد گهاڻي ۾ پيڙجندو نظر ٿو اچي، اهو دؤر سنڌ مٿان سخت غلاميءَ جو دؤر آهي، تاريخ جي شاهديءَ موجب به ارغون دنيا جي بدترين ۽ وحشي ظالم چنگيز خان جو اولاد هئا. سنڌ تي ان وقت ارغونن جي هڪ پٿر دل ۽ جابر حاڪم شاهه بيگ ارغون جو پٽ شاهه حسن ارغون حاڪم هو. شاهه بيگ ارغون ١٥٢٠ع ۾ سنڌ تي حملو ڪري سنڌ جي آزادي تي ڌاڙو هنيو هن هڪ سال تائين سنڌ کي لٽيو ۽ ڦريو سندس دؤر حڪومت تاريخدانن جي نظر ۾ ”ظلم جو دؤر“ رهيو آهي. سندس دور حڪومت وارو هڪ سال سنڌ واسين لاءِ ظلم، تشدد، ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ جي تاريخ ۾ هزارين سالن جي برابر رهيو آهي. تاريخ سنڌ جي ٻي جلد ۾ مولانا قدوسي لکي ٿو ته، ”شاهه بيگ ارغون جي حڪومت جو دور سنڌ اندر وڏي ناڪاميءَ جو دور هو هن پنهنجي ڏينهن ۾ سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ غلاميءَ جي زنجيرن کي وڌيڪ سوڙهو ڪيو،

سنڌ وارن کي تباهي بربادي قتل ۽ غارتگريءَ جون سوڪڙيون تحفي ۾ ڏنيون ۽ غلاميءَ جي ان سخت ترين دؤر ۾ سنڌين کي آزاديءَ جو سڀ کان وڌيڪ احساس ڏياريو."

ان کان اڳ ۾ شاهه بيگ ارغون سنڌ مٿان حملي جون ڪيئي ڪوششون ڪيون هيون، سنڌ جي هڪ عادل ۽ انصاف پسند حڪمران ڄام نظام‌الدين عرف ڄام نندي جي دؤر ۾ ٻڻ هڪ ڀيرو شاهه بيگ ارغون پنهنجي ناپاڪ خواهش جي ڏي تي سنڌ مٿان ميري اک کڻي نهاريو. ۽ سنڌ جي آزادي ۽ خود مختياريءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ هن هڪ وڏي لشڪر سان اچي اکڙي، چانڊڪي ۽ سنويچيءَ پرڳڻي ۾ قرلاٽ ڪئي ۽ ماندڻ مچايو.... پر تن ڏينهن ۾ سنڌ جي هڪ اڏول انل ۽ بهادر جرنيل دولهه دريا خان ساٽس ٽڪر کاڌو ۽ سندس خواهشن ۽ ارادن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ڪيس اهڙو ته ڀڄايو جو جيستائين ڄام نظام‌الدين زنده هو، تيستائين ڪڏهن به شاهه بيگ ارغون ٻيهر حملو نه ڪيو. ان جو وڏو سبب سائين جي ايم سيد جي لفظن ۾ هي هو ته، "اها جنگ ڳوٺ هلوڪر ويجهو لڳي جنهن ۾ شاهه بيگ ارغون جو ڀاءُ سلطان محمد ارغون مارجي ويو ۽ سندس باقي لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ڀاڄ کائي ڀڄي وڃي قنڌار ۾ ساهه ٽيو، اها سوڀ تاريخ ۾ ڪا معمولي سوڀ ڪانه هئي ڇو ته انهن ڏينهن ۾ افغاني

فوج جو سڄي هندستان تي رعب، ڌاڪو ۽ دٻدٻو ويٺل
هو." پر سنڌي فوج دولهه دريا خان جي سپهه سالاري
۾ اها جنگ جيتي دنيا جي بهترين فوجي قوت هجڻ جو
عملي ثبوت ڏنو ۽ ٻئي طرف هندستان جي جملي قومن
مٿان ويٺل افغاني فوج جو نفسياتي رعب، دٻدٻو ۽
ڌپ دور ڪيو. جيڪو سنڌي فوج جو انوقت وڏو ڪارنامو
هو. سنڌين جي ان جنگ هندستان جي سڀني قومن لاءِ
پنهنجي پنهنجي آزاديءَ جي بچاءَ جو مثال قائم ڪيو.

## جام نندي جي وفات:

ان کان پوءِ جڏهن جام نندي وفات ڪئي ۽ وري
به دولهه دريا خان جي مدد ڪرڻ تي ئي سندس پٽ
جام فيروز سنڌ جو حڪمران ٿيو. جيڪو نوجوان هئڻ
ڪري طبيعتن عياش هو. جنهن ڪري هو پورو ڌيان
حڪمراني جي لاهن چاڙهن ڏي ڏئي نه سگهيو ۽ سندس
ان ڪمزوريءَ جي ڪري ناجائز فائدو وٺندي شاهه
بيگ ارغون هڪ دفعو وري حملو ڪري سنڌ جي
آزادي ختم ڪئي ۽ ان ئي جنگ ۾ دولهه دريا خان
وڙهندي شهيد ٿيو.

## مخدوم بلاول جي زندگي:

مخدوم بلاول جي زندگيءَ بابت پڻ تاريخ ڪنهن
به قسم جي فراخدليءَ جو مظاهرو ناهي ڪيو. ڪافي

تاريخ جي ڪتابن ۽ تاريخدانن جي قلمي نسخن ۾ نه
رڳو مخدوم بلاول جي ڄم جي تاريخ جو پتو نٿو پوي،
نه رڳو سندس والد صاحب جي نالي جي خبر نٿي
پوي پر مخدوم بلاول جي نالي تي به ڪجهه محققن
کي اختلاف آهي. مذهبي تاريخي محققن ان سلسلي ۾
ڪافي مونجهارا پيدا ڪيا آهن. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
پنهنجي هڪ مضمون ۾ کيس "مخدوم بلال" ڪري
لکيو آهي ۽ سندس نالي جو سلسلو "بلال حبشي" سان
وڃي ڳنڍيو آهي. جيڪو رسول خدا جي دؤر جو مشهور
ٻانگو هو. پر سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب سنڌ جا
سورما ۾ لکي ٿو ته: "مخدوم بلاول ذات جو سمو
سندس والد جو نالو ڄام حسن سمو هو، ٺٽي جي شاهي
خاندان سان واسطو رکندڙ هو جنهن ڪري کيس اڃا
تائين "سمون سردار" جي لقب سان سڏيو ويندو آهي.
سندس ڄم جي تاريخ ملي نٿي سگهي پر غالباً نائينءَ
صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ڄائو هو. ان ڏينهن ۾ تعليم
جا مکيه مرڪز ٺٽو، سيوهڻ، پاٽ ۽ ٿلٽي وغيره هئا.
هن ابتدائي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪئي ۽ وڌيڪ
تعليم ٿلٽيءَ جي ڳوٺ ۾ مخدوم عمر وٽ اچي
حاصل ڪئي. شادي به اتي ڪيائين. ۽ پوءِ ٿوري پنڌ
تي باغبان جي ڳوٺ ۾ اچي رهڻ لڳو، جتي اڄ به
سندس مزار آهي پر اڄ ان باغبان ڳوٺ جو نالو ئي
"مخدوم بلاول" جي نالي پٺيان پئجي ويو آهي."

مخدوم صاحب جي شروعاتي دؤر ۾ سنڌ اندر ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي حڪومت هئي. ڄام نندو ٢٥ ربيع الاول ٨٦٦ هه تي حڪومت جي تخت تي ويٺو ۽ ٩١٤ هه ۾ وفات ڪئي. ان حساب سان هن ڪل ٤٨ ورهيه سنڌ تي حڪومت ڪئي اهو دؤر سنڌ جي تاريخ جو نهايت امن جو دؤر هو، سک ۽ سانت جو دؤر هو، پيار ۽ محبت جو دؤر هو، سنڌ جي مڪمل آزاديءَ جو دؤر هو، ڪنهن به ڌارئي ڌاڙيل جي سنڌ مٿان ڏاڪ نه هئي مطلب ته سنڌ ڌارين ڌاڙيلن جي غلاميءَ کان مڪمل طرح آزاد هئي. نه رڳو ايترو پر سنڌ جون جاگرافيائي سرحدون به تمام وسيع هيون بلوچستان جو ڪافي حصو سنڌ ۾ شامل هو. ان کان سواءِ ملتان ۽ بهاولپور جو ڪجهه حصو، لسٻيلي ۽ ڪڇ جو ڪافي حصو سنڌ جي حڪومت ۾ شامل هئا، تن ڏينهن ۾ سنڌ نه رڳو دهلي پر هر ڌارئي ديس جي تسلط ۽ قبضي کان مڪمل طور آزاد ۽ خودمختيار هئي. ڪنهن به ڏاڍي ڏيهه يا حاڪم جي ڏن ڀرو نه هئي.

ڄام نندي جي دؤر جي قيادت ۽ اڳواڻي ڪي سنڌ جي قومپرست ۽ عظيم تاريخدان سائين جي ايم سيد پڻ گروهن ۾ ورهايو آهي، "هڪ اهي جيڪي سنڌ جي زندگيءَ جي هر شعبي مٿان قومپرستيءَ جي بنياد تي سنڌيت يا سنڌي ازم جي غلبي جا حامي هئا، جن جو

رهبر ۽ اڳواڻ مخدوم بلاول هو." انهن چاهيو ٿي ته سنڌ تي سنڌين جي حڪومت هجي، سنڌ ڌارين حاڪمن توڙي نظرين جي غلام نه هجي. سنڌ جي تهذيب، ثقافت، ٻولي سنڌي هجي، سنڌ مڪمل طور آزاد ۽ خود مختيار هجي: ٻيو گروهه يا ٽولو انهن ماڻهن جو هو جن سنڌ کي مذهب مٿان قربان ٿي ڪرڻ چاهيو، اسلام جي آڙ ۾ مذهبي تلوار سان سنڌ کي قتل ڪرڻ ٿي چاهيو، ۽ سنڌ جي تهذيب، ثقافت، روايتي حسن، تاريخ ۽ سياست مٿان قبضو ڪرڻ ۽ غلاميءَ جا زنجير وجهڻ لاءِ شاهه بيگ ارغون کي سنڌ مٿان مڙهڻ جون سازشون سٽيون ويٺا هئا. پر جيستائين ڄام نندو زندهه هو تيستائين سنڌيت پرستي عروج تي هئي، سنڌ ۽ سنڌين جي آزادي ڏانهن آڳر يا ميري اک ڪنهن نهارڻ جي سگهه ڪير به ساري نٿي سگهيو ڇو ته سنڌ پرست گروهه کي ڄام نندي جي ساڄي ٻانهن ۽ وزيراعظم دولهه دريا خان جو مڪمل ساٿ ۽ سهڪار حاصل هو. نواب دولهه دريا خان ۽ سنڌ جي آزادي انوقت لازم ۽ ملزوم هئا، جڏهن ڄام نندي وفات ڪئي تڏهن سندس پٽ ڄام فيروز حڪومت جون واڳون سنڀاليون. جيڪو جوانيءَ جي نشي ۾ ڌاڙيو عياش ٻڌجي ويو انوقت ٻئي (مذهبي) گروهه جي موقعي پرستن کي چڱ وجهه ملي ويو هنن ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي نواب دولهه ۽ ڄام نندي کي هڪٻئي خلاف ورغلايو ۽ ٻنهي وچ ۾ اڻبڻت پيدا ڪئي نتيجي ۾ دولهه دريا خان

وزارت تان استعفيٰ ڏئي پنهنجي جاگير ڪاهان ۾ وڃي
ديرو ڄمايو. جڏهن سنڌ جي گاديءَ تان نواب دولهه
جو پاڇو هٽيو ته پوءِ اميرن وزيرن ڪي وجهه مليو ۽
روايتي غداري ڪندي ڪجهه گهوڙا ۾ شاهه بيگ ارغون
سان ڀڄي ويا ۽ کيس سنڌس ڪمزورين ۽ اوڻائين جي جاسوسي
ڪري پتو ڏنو ويو. موقعي جو فائدو وٺي ٩٢١ هجري ۾ شاهه
بيگ ٺٽي تي حملو ڪيو. سنڌ جي عزت ۽ آزادي تي
حملو ٿيندي ئي دولهه دريا خان پنهنجا سڀ ڪم ڪار
۽ مصروفيتون ڇڏي سنڌ جي آزاديءَ جو تحفظ ۽ بچاءَ
ڪرڻ لاءِ ميدان جنگ ۾ ڪڏي ڪاهي پيو ۽ وڙهندي
شهيد ٿيو. ڄام فيروز ڀڄي جان بچائي ۽ آخرڪار پنهنجن
پراڻن وزيرن ۽ اميرن جي اثر جي ڪري معافي نامو
لکي ڏنو ۽ جنهن عيوض لکيءَ جو هيٺيون حصو حوالي ڪري
کيس ٺٽي ۾ عام شهريءَ جي حيثيت سان رهڻ جو
اجازت نامو مليو ان ۾ قاضي قاضن جو وڏو هٿ هو.
چوته مستقبل ۾ هن کي پوءِ به ڪيترن ئي ڪجهن ۽
اهم منصوبن تي عمل ڪرڻو هو. ٺٽو فتح ڪري شاهه
بيگ ارغون سيوهڻ ڏانهن وڌيو، جڏهن اها خبر ڪنهن
ذريعي مخدوم بلاول کي پهتي تڏهن انهن گرائونڊ تي
قومي تحريڪ کي منظم ڪيو، آسپاس جي ڳوٺن واهڻن
۽ وستين ۾ وڃي سنڌي ماڻهن کي آزادي ۽ غلامي جو
فرق سمجهايو ۽ کين شاهه بيگ جهڙي ڌاريي ڌاڙيل جي
ناپاڪ ارادن کان واقف ڪيو ۽ کين غلام بڻجڻ بجاءِ

وڙهي مرڻ جو سبق ڏنو. آخرڪار مخدوم صاحب کي جنگي موت مليو. جام، سوڍن سهتن ۽ ڪيترين ئي سنڌي ذاتين گڏجي هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو جن ٺٽي ۽ جي ميدان جنگ ۾ مورچا کوڙيا. نه رڳو ايترو پر مخدوم بلاول جي سڏ تي شهيد دولهه دريا خان جي بهادر ۽ سورهيه پٽن محمود ۽ مٺڻ خان پڻ پنهنجي جاگير ڪاهان (ڳاهن) ويجهو هزارين ماڻهو گڏ ڪري شاهه بيگ ارغون جي مقابلي لاءِ تيار ٿي بيٺا. ان کان پوءِ مخدوم بلاول پنهنجي جنگي مهم کي اڃان به وسيع ۽ تيز ڪيو پنهنجي سر نه رڳو سمن ۽ سهتن پر راڻي رتمل سوڍي ۽ سندس ڀاءُ جوڌا سنگهه سوڍي کي به سنڌ جي آزادي ۽ جي جنگ لاءِ اڀاريو. سڀني گڏجي وچن ڪيو ته، "شاهه بيگ سان وڙهندي موت ته قبول ڪنداسين پر پنهنجي زندگي ۾ سنڌ جي غلامي قبول نه ڪنداسين، سر ڏينداسين پر سنڌ نه ڏينداسين."

## ٺٽي ۽ جو معرڪو:

هڪ پاسي شاهه بيگ ارغون سيوهڻ پهتو ته ٻئي پاسي ٺٽي ۾ سنڌي جوڌن ان جي مقابلي لاءِ لشڪر گڏ ڪري سندس راهون روڪي ويهي رهيا. ان لشڪر کي منظم ڪرڻ ۽ ويڙهه لاءِ اڀارڻ لاءِ مخدوم بلاول جو وڏو هٿ هو. تاريخ معصومي ۾ لکيل آهي ته، "جڏهن شاهه بيگ ٺٽي ۽ جي سامهون اچي لٿو، تڏهن ٽن ڏينهن کان پوءِ ٺٽي ۽ جي هڪڙي ماڻهوءَ کيس

اطلاع ڏنو تہ ميان محمود، مٺڻ خان (دولهہ درياءَ خان جا پٽ)، ڄام سارنگ رٺمل سوڍو اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ تيار هئا پر انهن کي ماڪ جو مڪڙو عالم ۽ قومپرست مخدوم بلاول روڪي ويٺو آهي، ۽ اڄڻ نٿو ڏني ويترڪين ويڙهہ ۽ جنگ لاءِ اڪسائڻ جي ترغيب ۽ جوش ڏياري رهيو آهي."

جڏهن تہ تاريخ جو لفظ شاهد آهي تہ اهي سڀئي اڳواڻ سنڌ جي آزاديءَ جا علمبردار هئا ۽ سنڌ جي غلاميءَ جا سخت ترين مخالف هئا، ۽ آخر انهن سنڌ لاءِ وڙهندي پنهنجي ارڏن ارادن ۽ اونچن سرن جو نذرانو ڏنو تنهن ڪري انهن جو شاهہ بيگ ارغون ڏانهن وڃڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿي ٿيو پر پوءِ بہ تاريخ جي خانہ پوري ڪندي لکيو ويو آهي تہ: "اهو ٻڌي شاهہ بيگ، قاضي قاضن کي مخدوم بلاول ڏانهن موڪليو جيئن کيس نصيحت ڪري تہ ماڻهن کي مون سان ملڻ کان نہ روڪي پر مٿس نصيحت جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو." تاريخ جي صفحن ۾ سچن ۽ وطن دوست قومپرستن جي سچائي تي ايڏو بهتان ۽ شڪ پيدا ڪري ماڻهن جي ذهنن کي منجهايو آهي. تاريخ بہ لکڻي ٿو تہ لوڀين ٺوڳين ۽ لالچي ماڻهن جي وندر جو سامان رهي آهي. اڳتي هلي ان ئي ٺٽيءَ جي ميدان جنگ تي وڙهندي سڀئي جوڌا جوان محمود، مٺڻ خان، ڄام سارنگ ۽ رٺمل سوڍو سنڌ کي غلاميءَ کان بچائڻ لاءِ شهيد

ڪيا. پر پوءِ بہ تاريخدانن لکيو تہ اهي شاهہ بيگ سان ملي پئي ويا.

سنڌين شهادت جو ذڪر تاريخ ۾ هيٺين ڏو ملي ٿو، "رات جي وقت شاهہ بيگ اچي ٺٽي جي سامهون لٿو، مير فاضل ڪوڪلتاش سان گڏ صبح جو درياءَ ٽپڻ شروع ڪيائين سپ کان پهرين ارغون ترخان سپاهي ۽ سنڌس پيو لشڪر درياءَ ٽپي پار ٿيو شاهہ بيگ پاڻ منجهند ڌاري درياءَ ٽپيو پئي طرف ٺٽي جي ماڻهن ۽ سنڌي فوجي لشڪر قلعي کان ٻاهر نڪري جوڌي سوڍي جي پاءَ رتمل کي پهرين محافظ دستي طور اڳيرو موڪليو سندس منهان منهن مقابلو مير فاضل ڪوڪلتاش سان ٿيو، شاهہ بيگ جي پهچڻ کان پوءِ سخت ۽ خونخوار جنگ ڇڙي پيئي. سوين سنڌي جام، جوڌا ۽ سوڍا پنهنجي ڌرتي ماتا سنڌ تان سر ڏيندا سندس ٿي هنج ۾ پناه وٺندا ويا. اها جنگ سنڌ جي تاريخ جي انتهائي خطرناڪ ۽ خوفناڪ جنگ آهي. هن جنگ ۾ سنڌي جوڌن جديد جنگي طريقا اختيار ڪيا. ڪن تاريخدانن جو رايو آهي تہ ٺٽي واري ميدان جنگ تي ٿي سنڌي فوج دنيا جي پهرين گوريلا جنگ وڙهي آهي، مشهور تاريخدان مولائي شيدائي لکي ٿو تہ: "شاهہ بيگ سان جيڪي سمن جون جنگيون لڳيون تن ۾ سهتن ۽ هندو سوڍن جي حب الوطني جي جذبي هيٺ سمن جي مدد ڪئي. پوئين جنگ ۾ سنڌي سورمن هڪ پئي جون ڇيلهيون ٻڌي ڪن سان ٻڌي پوءِ

دشمن جو مقابلو ڪيو. ان کان سواءِ مخدوم بلاول سمي جي مريدن، مٿي مارائڻ کان سواءِ سنڌ نہ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌ ڌرتيءَ جي عظيم انسان ۽ سورهيہ سنڌ دولهہ دريا خان جي پٽن محمود خان ۽ مٺڻ خان کان سواءِ ڄام سارنگ ۽ رتنمل سوڍي پڻ دشمن جو سورهيائيءَ ۽ سرويچيءَ سان مقابلو ڪيو. سنڌ جي تاريخ شاهد آهي تہ هن جنگ ۾ سنڌين کي شڪست، بزدلي، ڀاڄيائپ ۽ ڪمزوريءَ جي ڪري نہ ملي پر ارغونن ۽ ترخانن جي هڪ پرڏيهي ڇاڙتي قاضي قاضن جي غداريءَ جي ڪري ملي.* جنهن ارغونن سان ملي ڀڳت ڪري قرآن شريف وچ ۾ آڻي ٺاهہ جي بهاني سان شهيد سنڌ دولهہ دريا خان کي ٺڳيءَ سان شهيد ڪرايو. ان جنگ جي شڪست نہ رڳو سنڌ جي غلاميءَ جو سبب بڻي پر ساڳئي وقت مخدوم بلاول جي شهادت جو سبب پڻ بڻي.

## ارغونن جو انتقام:

سنڌين شاهہ بيگ ارغون جو سنڌ جي چپي چپي تي ۽ انچ انچ تي دليرانہ مقابلو ڪيو. سنڌ کي غير يقيني صورتحال ۾ غلامي نصيب ٿي مير معصوم بکري جي لکڻ مطابق تہ: "ڪڇ ۽ ٿر جي سوڍن ۽ راجپوتن جي پنجاهہ هزار سوارن ۽ پيادن جي هڪ فوج جڏهن دشمن جي فوج کي سامهون ڏٺو تڏهن گهوڙن تان

لهي، مٿا اگهاڙا ڪري پنهنجي مٿي جي پٽڪن سان ڪمربند هڪ ٻئي سان ٻڌي دشمن جي فوج ۾ ڌاڪوڙو وجهي ڇڏيائون." ان صورتحال جي ڪري شاهه بيگ هر صورت ۾ سنڌي ماڻهن کان انتقام ۽ ويـر وٺڻ ٿي چاهيو پنهنجي فتح جي مڪمل يقين کان پوءِ هن سنڌ جي چپي چپي تي انتقامي باهه ٻاري ڇڏي، ڪٽڪ جي سنگن جيان سنڌي مـاڻهن جون سسيون لٿيون ويون، گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ظلم ۽ تشدد جي بازار گرم ڪئي ويئي، سنڌي مـاڻهن جون کلون لهرائي انهن ۾ بوسو ڀرائي سندن لاش قلعي جـي ديوارن مٿان لٽڪايا ويا، سيوهڻ شهر جي چونڪ تي ماڻهن جي سسين جو مينار ڏاهيو ويو. ان جي شاهدي مشهور سياح ابـن بطوطه به ڏني آهي. سنڌ جي سياحت ڪرڻ آيو هو ان دؤر ۾ هو سيوهڻ شهر جي هڪ مدرسي مٿان رهيل هو سندس اکين ڏٺي شاهديءَ موجب هو لکي ٿو تہ: "صبح جو سوير اٿڻ مهل لاشن کي لٽڪندو ڏسي منهنجي طبيعت ڏاڍي خراب ٿي ويئي، انساني عام ڪوس ڏسي برداشت ڪري نہ سگهيس آخرڪار شهر ڇڏي ،ان هڪ ڳوٺ ۾ وڃي رهيس." بيگناهه ماڻهن کي پڪڙي چوکنڀو ٻڌي ڪين شهر جي چوواٽي تي ڦٽڪا هنيا ويندا هئا، جسم جي کل لهي وڃڻ بعد سندن ڦٽن مٿان لوڻ جو ٻرڪو ڏنو ويندو هو جنهن ۾ هو تڙپي تڙپي مري ويندا هئا. تيل وارين ڪڙاهين ۾ پـاڻي ڏهڪائي جيئرن جاڳندن

سنڌي ماڻهن کي بيگناهہ انهن ۾ اڇلايو ويندو هو جتي
چيچلائي چيچلائي مري ويندا هئا. ننڍڙن ننڍڙن ٻارڙن
کي زوريءَ مائرن جي جهولين مان کسي کين سندن
مائرن آڏو بي درديءَ سان ڪُٺو ويندو هو، ۽ اهڙي
نموني ٿي پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ جو بچاءُ ڪندڙ
سنڌي ماڻهن کي فاتح پنهنجي پرتشدد انتقام جو نشانو
بڻائيندا هئا. نہ رڳو ايترو پر يوسف ميرڪ تاريخ مظهر
شاهجهاني ۾ لکي ٿو تہ: ”قاضي قاضن جي چورت تي
سلطان محمود ارغون ٻوڙي شهر ۾ پهتو ۽ اچڻ سان
ئي بنا ڪنهن سبب ۽ ڏوهہ جي هن ڌاريجن جون
سيون ڌڙ کان ڌار ڪرائي، انهن کي هڪ اونچي
ڏلهہ تان هيٺ اڇلرائي ماريندو رهيو. اڄ بہ اها جاءِ
خوني برج جي نالي سان مشهور آهي، اهڙيءَ طرح
سنڌي قوم سان هردور جي فاتح ۽ ظالم مزاحمت ۽
انهن مقابل ٿيڻ جي ڪري انتقامي جذبي تحت قتل عام
وارو رويو رکيو. شاهہ بيگ ارغون سنڌ جي فتح کان
پوءِ هڪ سال تائين زندهہ رهيو سندس زندگيءَ جو
اهو هڪ سال، سنڌي ماڻهن لاءِ ظلم ۽ ننگي تشدد
جي تاريخ ۾ سوين سالن کان بہ وڌيڪ بدترين ۽
وحشي سال هو. ڪنهن جي بہ ملڪيت عزت ۽ زندگي
محفوظ نہ هئي. آخرڪار ١٢- شعبان ٩٢٨هہ مطابق
١٥٢١ع تي شاهہ بيگ جي موت سان گڏ سنڌ مٿان
ظلم جي ڀاڻ ڪاري اونداهي رات ختم ٿي.

## ھٽرادو امام مھدي جي سازش:

سنڌ ۾ سنڌين مٿان ارغونن جي ان ڏمر ۾ ڏاڍ جا گھڻائي سبب ۽ ڪارڻ ھئا. سنڌين جي تاريخ رھي آھي ته ھنن ڪڏھن به ڪنھن فاتح کي سولائيءَ سان سنڌ مٿان پير کوڙڻ ناھن ڏنا. وڙھندي وڙھندي مري ويا آھن پر ڪنھن آڏو جھڪيا يا وڪيا ناھن. انفرادي غداريون ٿينديون رھيون آھن پر ھر دور ۾ ھزارين قوم پرستن ۽ وطن پرستن سنڌ جي آزاديءَ سونھن ۽ سچائيءَ خلاف ٿيندڙ سازشن جو ھر قدم تي مقابلو ڪيو آھي. ارغونن جي ڏاڍ ۽ جبر جو وڏو سبب سنڌين خلاف ٿيندڙ ان سازش کي ناڪام بڻائڻ ھو جنھن ذريعي ھڪ ھٽرادو امام مھدي بڻائي سنڌي ماڻھن کان بعيت ورتي ٿي ويئي، ۽ ان جنونيت پسند مذھبي جذبي ذريعي پرامن طور سنڌين يعني سمن جي حڪومت کي ختم ڪرڻ جي سازش سٽي وئي ھئي. جنھن کي ان دور جي بھادر قوم پرست نواب دولھه دريا خان، مخدوم بلاول ذريعي ناڪام بڻايو. تاريخ جي لکڻيءَ مطابق ته: ”سيد محمد ميران شاھه جونپوري پاڻ کي امام مھدي سڏائي سنڌين کي ھڪ سازش ذريعي ڄام نندي جي حڪومت خلاف ڀڙڪائي رھيو ھو، ۽ مذھبي بنيادن تي تبليغ ڪري حڪومت جي مخالفت ۾ ڪيائين، ھو ان سلسلي ۾ خود ڄام نندي سان به مليو ھو، ۽ کيس پنھنجي تحريڪ

جي مول متن ۽ مقصدن کان واقف ڪندي چيو هو ته هو اسلام جي تبليغ ڪرڻ آيو آهي. سپ کان پهرين قاضي قاضن سندس پوئلڳ بڻيو هو. هڙرادو امام مهديءَ جي ان سازش کي سپ کان پهرين نواب دولهه دريا خان سمجهي ورتو ۽ ان کي بي نقاب ڪيو ان مان ئي سندس سياسي تدبر ۽ قومپرست لاڙن جي خبر پوي ٿي، چو ته هن محسوس ڪيو ته ”مذهبي سازش جي ذريعي سنڌين جي قومي حڪومت کي تبديل ڪرڻ جي تياري ٿي رهي آهي تنهن ڪري جڏهن هنن ڏٺو ته جڙتو امام مهدي سيد محمد ميران شاهه ۽ سندس پيڙين جو قافلو سنڌو درياءَ رستي سنڌ مان سندس تحريڪ جي تبليغ ڪندو سکر طرف وڃي رهيو آهي ۽ اتان افغانستان ويندو“ تڏهن نواب دولهه دريا خان، مخدوم بلاول ۽ سيد عبدالرزاق شاهه لڪياريءَ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيو ۽ ان نتيجي تي پهتا ته جڙتو امام مهديءَ جي تحريڪ سنڌ ۽ سنڌين لاءِ هڪ سامراجي سازش آهي، جنهن ذريعي مذهب جي ڳجهي تلوار سان قومپرست خيالن واري قومي حڪومت کي هڪ خاموش تبليغي انقلاب ذريعي تبديل ڪيو وڃي. تنهن ڪري هنن ان سازش کي ختم ڪرڻ لاءِ سيد حيدر شاهه سنائيءَ کي حڪم ڪيو. جنهن هڪ گوريلا عمل ذريعي جڙتو امام مهديءَ جا پيڙا ٻوڙائي ڇڏيا. اڄ به ڦارين سامراجين جا سازشي پيڙا سنڌوءَ جي ڇڃي ڇڃي تي سنڌين جي

خاتمي لاءِ تيار بيٺا آهن ۽ اڄ به سيد حيدرشاهه سنائي جي اولاد مان سندس گادي نشين عظيم ۽ اڏول انسان، رهبر سنڌ سيد اعظم سائين جي ايم سيد انهن سازشي پوڙن کي پوڙڻ لاءِ عملي جدوجهد ڪري رهيو آهي.

## مخدوم بلاول جي شهادت:

ٺٽيءَ واري ميدان جنگ ۾ مخدوم بلاول جي ڪردار کان تقريباً دوست دشمن واقف ٿي چڪا هئا، جو ته مخدوم بلاول سنڌ جي آزادي برقرار رکڻ لاءِ ئي اها آخري جنگ وڙهڻ لاءِ دولهه دريا خان جي پٺن، جامن ۽ سوڍن کي آماده ڪيو هو، ۽ سندس ذاتي تحرڪ ۽ جدوجهد جي ڪري، ارغون مڪمل طرح سنڌ کي غلام بڻائي نه سگهيا هئا. پر ٺٽيءَ جي جنگ جيتڻ کان پوءِ ارغونن مخدوم بلاول ۽ سندس خليفن تي ڏاڍي سختي ڪئي هر هنڌ سندن جاسوسي ڪئي ويندي هئي. سندن مٿان ڳرا ڏنڊ رکيا ويا جيڪي هنن ڀري ڏنا. تاريخ معصومي ۾ پڻ ان ڳالهه ۾ شاهدي ملي ٿي، ”اهو ئي سبب آهي جو فتح کان پوءِ مخدوم بلاول تي سختي ڪئي وئي ۽ ڏنڊ وڌو ويو.“

نه رڳو مخدوم بلاول پر سندس خليفن مان سيد حيدر شاهه سنائي جي سخت چوڪسي ڪئي ويندي هئي، جو ته هن مهدوي تحريڪ کي نه رڳو ناڪام بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو پر ان کي مڪمل طور

ناس ڪري ڇڏيو ۽ ميران شاهه جونپوري جي افغانستان
ڀڄي وڃڻ کان پوءِ جڏهن ڌارين ۽ انهن جي دلالن ڏٺو
ته سندس سازشي مذهبي تبليغي منصوبو مڪمل طور
ناڪام ويو آهي تڏهن هنن سنڌ جي آزادي کسڻ لاءِ
فوجي ايڪشن شروع ڪيو ۽ شاهه بيگ وحشي جرنيل
جي روپ ۾ سنڌ اندر داخل ٿيو، جڏهن مخدوم بلاول
ارغونن جي نيت خراب ڏٺي تڏهن ٻهريان ته سائين
حيدر شاهه سنائي کي ڪڇ ڏانهن هليو وڃڻ جو حڪم
ڪيو، ڇو ته ٺٽي جي جنگ کان پوءِ حالتون وڌيڪ
خراب ٿي ويون هيون، ۽ حيدر شاهه سنائيءَ جي نظرداريءَ
لاءِ سن شهر ۾ هڪ فوجي ڇانوڻي ٻڻ قائم ڪئي وئي
هئي ۽ اها فوجي ڇانوڻي ايستائين قائم رهي جيستائين
سيد حيدر شاهه سنائي زنده رهيو ۽ سندس وفات کانپوءِ
سن شهر کي ڌارين جي فوج کان نجات ملي ۽ ڇانوڻي
ختم ڪئي وئي.

هر وطن دوست ۽ سچي ماڻهوءَ سان تاريخي ڏاڍ ۽
جبر رهيو آهي. سقراط کان وٺي مخدوم بلاول ۽ هيل
تائين جڏهن ڪنهن جابر فاتح ۽ ڌاڙيل جي تلوار
ڪنهن بي ڏوهي سچي انسان کي ختم ڪرڻ لاءِ ٿوري
به هٻڪ ڏيکاري آهي ته ڪنهن فتوي فروش ملي جي
قلم کي ان تلوار جو ساٿ ڏياريو ويو آهي.

مخدوم بلاول جي شهادت ۾ به جيترو ڪنهن فاتح
جي تلوار جو حصو آهي اوترو ئي فتوي جو واپار ڪندڙ

ملي جي قلم جو حصو رهيو آهي. ملن جي "فتوائن جي تاريخ" جا هيرا سدائين ظالم ۽ وحشي جرنيل رهيا آهن، تڪن ۽ تڪين لاءِ ملن ظالم فاتحن کي غازي، اسلامي پاسبان ۽ صاحب قرآن ڪوٺيو آهي ته مظلوم انسانن کي اسلام دشمن ۽ الائي ڇا ڇا ڪوٺيو آهي. مخدوم بلاول جي شهادت واري روايت هن ريت آهي ته:

"مخدوم بلاول هڪ پيري سوڇيءَ کي پنهنجي جتي ڏاهڻ لاءِ ڏني، ان ڳالهه جي ڪنهن نموني جاسوسي رپورٽ ارغون حاڪمن کي پئي، تن هڪدم موچيءَ کي پاڻ وٽ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو ۽ کيس لوڀ لالچ ۽ دڙڪا ڏنا ۽ کيس حڪم ڪيو ته جيئن اسان چئون تيئن ڪر. هو به لٺ ۽ چٽ جي وڪڙ ۾ اڙو ڦاٿو جو کٽي هائوڪار ڪيائين. کيس هڪ قرآني آيت مٿ ۾ ڏيندي حڪم ڪيو ويو ته اها آيت جتيءَ جي تري وچ ۾ بند ڪري سبي ڦاهي جتي مخدوم صاحب جي حوالي ڪري! ۽ جڏهن اهو ڪيس ڪورٽ سڳوريءَ ۾ اچي ته ساک تي مخدوم بلاول مٿان پري شاهدي ڏئي ته اها آيت مون کي مخدوم صاحب جي هٿان جتيءَ ۾ سبرائڻ لاءِ ڏني وئي هئي. آخرڪار ان منصوبي کي عملي روپ ڏيارڻ لاءِ ارغون حاڪمن هڪ ماڻهوءَ کي خاص طور تي مخدوم صاحب وٽ موڪليو ته هڪ شرعي مسئلو پڇي اچي، کيس سمجهايو ويو ۽ هن مخدوم بلاول جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض

ڪيو ته هو هڪ شرعي مسئلو ڪٺي آيو آهي ته:
"جيڪو ماڻهو قرآن شريف جي آيت جتيءَ جي تري
۾ سبرائي ان جي شريعت موجب ڪهڙي سزا آهي؟"
مخدوم بلاول فرمايو ته: "ان کي گهاڻي ۾ پيڙايو وڃي."

جڏهن جتي موچيءَ ڳاهي مخدوم صاحب جي حوالي
ڪئي تڏهن ان الـزام ۾ مخدوم بـلاول کي گرفتار
ڪري سندس مٿان اهو الزام مڙهيو ويـو ته هن خود
جتيءَ ۾ قرآني آيت سبائي آهي، ڪيس قاضيءَ وٽ پيش
ڪيو ويو. موچيءَ جي شاهدي ۽ جاسوس ماڻهوءَ جي
شريعتي سزا جي بنياد تي آخرڪار مخدوم بلاول کي
گهاڻي ۾ پيڙجڻ جـي سـزا ٻڌائي وئي، ۽ مان ڪيس
ڪافر جي فتويٰ سان نوازيو." تاريخ ۾ لکيل آهي ته
جڏهن خبر پئي تـه واقعي حڪمران ڏولي مـون کي
سزا ڏيڻ لاءِ منهنجي جتيءَ اندر قرآني آيت مڙهائي آهي
تڏهن اها جتي گهرائي (جيڪا اڃان تائين مخدوم صاحب
پيرن ۾ نه پاتي هئي) پنهنجي مٿي تـي رکي ڇڏي.
آخرڪار مخدوم بلاول کي ٢- رجب ٩٣٠ هه مطابق
٦- مئي ١٥٢٣ع تي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪيو ويو.

دنيا جي تاريخ ۾ اهڙي قسم جو مثال به نٿو ملي
سگهي. جو وطن ۽ ديس جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ سورهيه
سرويچن ۽ سچار مڙسن کي اهـڙي طريقي ختم ڪيو
ويو هجي ۽ اتي جي تاريخ خاموش رهي هجي. پر هتي
ته تاريخ وطن ۽ ديس لاءِ شهيد ٿيندڙ هر سنڌي سورهيه

لاءِ خاموش رهي آهي. دنيا جي تاريخ ۾ گهاٽي ۾
پيڙجڻ جي هن قسم جي سزا مان سمجهان ٿو ته ڪٿي
به ڪنهن کي نه ملي هوندي. سزا جي ههڙي وحشي
واردات دنيا جي ڪنهن به ڪتاب ۾ لکت جي صورت
۾ يا عملي صورت ۾ نٿي ملي. سنڌين سنڌ لاءِ جيترو
سٺو ۽ برداشت ڪيو آهي. مان سمجهان ٿو ته دنيا جي
ڪنهن به قوم پنهنجي ديس ۽ وطن لاءِ شايد ايترو
برداشت ڪيو هجي. اهڙي ۽ بيمثال جدوجهد دنيا جي
ڪنهن به تاريخ جو مثال ناهي ملي. چيو ته
مخدوم بلاول جا سنڌس آخري لفظ (جيڪي روايت طور
پڌا اٿم) ان مثال جو جيترو جاڳندو ثبوت آهن جن ۾
سندس کان پڇيو ويو ته توهان ان سزا لاءِ ڪجهه
پڌايو جيڪا توهان پنهنجو پاڻ لاءِ تجويز ڪئي آهي.
مخدوم بلاول چيو ته: "اهڙي ڏوهه جي ڪري گهاٽي ۾
پيڙجڻ واري سزا به ايان گهٽ سزا آهي چو ته ان
سزا لاءِ سوين پيرا مري جيئڻ ۽ وري سزا کائڻ به
ٿوري سزا آهي، جيڪا هن ان ڏوهه جو مان شعوري
ڏوهاري آهيان ته پوءِ گهاٽي ۾ پيسجڻ واري سزا ذريعي
منهنجي دماغ کي سزا ملندي، جنهن اهو سوچيو
هوندو، منهنجي جسم جي هڏن جي پيڄڻ ۽ ٽٽڻ ذريعي
جيئن منهنجو دماغ هوشيار ٿئي، گهٽ ۾ گهٽ دماغ
لاءِ اها سزا ڪافي آهي."

* * *

# صوفي شاهہ عنايت شهيد

سنڌ جي هر تاريخ ساز شخصيت ۽ عظيم تاريخي انسان جيان شاهہ عنايت شهيد جي جيوڻ جي تاريخ جي پڻ ڪابہ خبر نٿي پوي، باقي سندس شهادت جي تاريخ جو پتو پوي ٿو. ڪنهن بہ تاريخ دان سندس سندس جنم تاريخ ڏانهن ڪو ڏيان يا اشارو ناهي ڏنو. تاريخ ڪٿي ڪٿان بہ پڙهو، تاريخ جا ورق، ڪنهن بہ وطن پرست ۽ حق پرست بابت سچ پڌائڻ کان لنوائن ٿا، خاص ڪري سنڌ جي تاريخ تہ ان ڏس ۾ بي زبان، گونگي ٻوڙي ۽ انڌي رهي آهي. ڌارين دشمنن ۽ ڌورو لٽيرن بہ سنڌ جي سورهہ سپوتن ۽ سروائن جو قتل عام ڪيو آهي تہ تاريخ جي ورقن بہ انهن لاءِ تلوار جو ڪم ڏنو آهي. تاريخ جي ورقن بہ انهن ديس پرستن جي قربانين کي سچائيءَ سان سيني ۾ سانڍڻ بجاءِ انهن جي لاشن جا ڳيا ڳيا ڪري انهن جي سورهياڻپ ۽ سچائيءَ جو خون ڪيو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ پڻ ڪنهن بہ ديس پرست جي زندگيءَ جا تاريخي اڀياس تيستائين نٿا ملن جيستائين ان ڪا وڏي کان وڏي قرباني ناهي ڏني. تاريخ ۾ ڪنهن بہ وڏي کان وڏي تاريخ ساز شخصيت

جي جنم تاريخ ۽ زندگيءَ بابت جاڻ جو نہ ملڻ ان ڳالهہ جو وڏو ثبوت آهي تہ ان دؤر جا تاريخدان ۽ قلمڪار ٻيٽ جي پوراڻ لاءِ پنهنجي ضمير جو سودو بہ سستو سمجهندا هئا. شايد ان ڪري ئي سنڌ جي تاريخ ۾ ڌارئي ظالم حڪمران ٽولي جي ڪنهن فرد جي تہ جنم ڪانوڻي موت تائين هر قسم جي تاريخي شهادت ملي ٿي، پر ڪنهن ڏيهہ واسي مظلوم ۽ محڪوم ماڻهوءَ جي جنم ۽ زندگيءَ جي ٻين ڪارنامن جون تاريخون تہ پري رهيون، پر شهادت جي تاريخ بہ تڏهن ٿي ملي، جڏهن زندگيءَ جي راهن ۾ هو پنهنجي ريتي رت سان ڪاشمع روشن ٿو ڪري ۽ ڪا وڏي ڪان وڏي قرباني ٿو ڏئي. سنڌ ڪانسواءِ دنيا جي ڪنهن بہ ٻي تاريخ سان ايڏو وڏو ظلم ۽ ڏاڍ ٿيل ناهي.

## شاهہ عنايت جو جنم

اهڙي ريت شاهہ عنايت شهيد جي جنم ڏينهن جي تاريخ کان، سنڌ جي تاريخ جا ورق بہ بي خبر آهن، پرسندس شهادت جي تاريخ ١٧- جنوري ١٧١٨ع مطابق ١٥- صفر ١١٣٠هہ ٻڌائي وئي آهي. شاهہ عنايت شهيد جي شخصي زندگيءَ بابت سائين جي-ايم- سيد پنهنجي ڪتاب ’سنڌ جا سورما‘ ۾ فرمائي ٿو تہ ”شاهہ عنايت شهيد جي والد جو نالو مخدوم فضل الله هو جيڪو سنڌ جي مشهور بزرگ مخدوم صدرالدين عرف صدو لانگاهہ جي اولاد مان هو.“

هي بزرگ ميران پور جي ڳوٺ ويجهو موجوده جهوڪ تعلقي ميرپور بٺوري ۾ رهندو هو. سندس سنه ولادت ۽ مفصل احوال محفوظ نه ٿيڻ ڪري ملي نٿو سگهي".

جيڪڏهن تاريخ جي ورقن ۾ جهاتي پائي شاهه عنايت شهيد جي جنم تاريخ جو اندازو لڳائبو ته ممڪن آهي ته مسئلو حل ٿي پوي. ان ڏس ۾ تاريخ جا ورق هيءَ گواهي ٿا ڏين ته جڏهن ظهيرالدين بابر ڪابل (افغانستان) تي بادشاهي ڪندو هو پنهنجي بادشاهت جي سرحدن ۾ ناجائز واڌ جي جنون کيس هندستان کي فتح ڪرڻ تي اڪسايو. ان ڏس ۾ ١٥٢٦ع ۾ هن هندستان تي پنهنجا وحشي قدم رکيا ۽ آخرڪار هندستان تي قبضو ڪيائين. سندس مئي پڄاڻان سندس پٽ همايون، جنهن کي اڳتي هلي اقتدار جي جنگ ۾ ڪجهه وقت لاءِ جلاوطن ٿيڻو پيو ۽ جلاوطنيءَ دوران سنڌ جي ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ڳوٺ عمرڪوٽ ۾ کيس اڪبر نالي پٽ ڄائو آخرڪار همايون ١٥٥٥ع ۾ ٻيهر تخت هٿ ڪيو ۽ ١٥٥٦ع تي اڪبر تخت تي ويٺو. جنهن ١٥٩١ع ۾ سنڌ ديش کي پنهنجي سلطنت شاهيءَ ۾ شامل ڪيو ۽ سنڌ مغلن جي ڏن پرو ٿي. اڪبر ڪانپوءِ ١٦٠٥ع کان وٺي ١٦٢٧ع تائين جهانگير حڪومت هلائي، ١٦٢٧ع کان ١٦٥٨ع تائين شاهجهان شهنشاهيت جون واڳون ورتيون. لڳي ٿو ته شاهه عنايت شهيد شاهجهان جي دور ۾ پيدا ٿيو آهي. لڳ ڀڳ ١٦٥٦-٥٧ع ۾.

شاهجهان کانپوءِ سنڌس پٽ اورنگزيب حڪومت حاصل ڪئي جيڪا ١٦٥٨ع کان وٺي ١٧٠٧ع تائين هلندي رهي. اورنگزيب جو دؤر سنڌ جي تاريخ ۾ هلچل ۽ تحريڪن جو دؤر آهي. اورنگزيب جي ئي دؤر ۾ سنڌ مٿان دهلي پاران مقرر ٿيل نواب حڪومت ڪندا هئا. سنڌ تن ڏينهن ۾ بد حالي ۾ ورهايل هئي. هڪ بکر پيو ٺٽو، ۽ ان ئي دؤر ۾ شاهه عنايت سنڌي قوم کي منظم ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ مسلسل هلچل ۽ تحرڪ ۾ رهيو هو. سنڌ اندر ڏارين قوتن خلاف هلچل ۽ تحريڪ جا اهڃاڻ ته شاهه عنايت شهيد واري تحريڪ کان اڳ به ملن ٿا. شاهجهان واري دؤر ۾ به اها تحريڪ موجود ۽ جاري هئي. اورنگزيب پنهنجي حڪمران ٿيڻ کي ٢٨- نومبر ١٦٥٠ع ۾ سنڌ جي صورتحال ۽ سورهن بابت هڪ خط ۾ لکيو جنهن ۾ هن ان تحريڪ جي نشاندهي ڪئي آهي. "جڏهن کان وٺي سنڌ مٿان ڏارين ارغونن جو قبضو ٿيو، سنڌين جي آزادي واري جدوجهد جو آغاز پڻ ان دؤر کان ٿيو. جيڪو ترخانن کان ٿيندو اڪبر ۽ جهانگير جي دؤر ۾ قائم رهندو، شاهجهان جي آخري ايامن تائين اچي پهتو هو. انهيءَ سلسلي ۾ تقريباً سمورا سنڌي قبيلا منظم ۽ متحد طور برسر پيڪار رهيا آهن. عالمگير تسلط تو ڪري ته مغلن کان اڳ به سنڌ جي قبيلن ڪنهن ظالم حڪمران آڏو نه ڪڏهن ڪنڌ جهڪايو هو. ۽ نه ئي هٿيار ڦٽو ڪيو آهي.

## غلامي نامنظور:

مطلب تہ سنڌين ذهني طور ڪڏهن بہ مغلن جي اقتدار ۽ اثر کي قبول نہ ڪيو. سنڌي فطري طور آزاد خيال قوم آهي، سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ، اونداهہ کي اونداهہ ۽ روشنيءَ کي روشني سمجهڻ واري قوم تنهن ڪري سنڌين مغليہ سلطنت ۾ ڪڏهن بہ دلچسپي نہ ورتي، ۽ شاهہ عنايت شهيد وارو دور هند توڙي سنڌ ۾ مغليہ سلطنت جي زوال جو دور هو، ان جا ڪيترائي ڪارڻ ۽ سبب هئا، پر ٻہ وڏا سبب هي هئا، هڪ تہ سنڌ ۾ سنڌي شاهہ عنايت شهيد جي ڪمانڊ ۾ وڏي فوجي مهارت سان وڙهي رهيا هئا. جيڪا جنگ دنيا جي تاريخ ۾ پهرين منظم گوريلا جنگ آهي. ۽ ٻيو سبب هند اندر اورنگزيب عالمگير اقتدار جي ڪرسي حاصل ڪرڻ لاءِ قتل جو رواج وڌو. اورنگزيب دنيا جي تاريخ ۾ عالمگير جي حيثيت ۾ گهٽ پر ڀاءُ ۽ پيءُ جي قاتل جي حيثيت سان وڌيڪ سڃاتو ٿو وڃي. اورنگزيب اقتدار جي ڪرسيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيءُ شاهجهان ۽ ولي عهد ڀاءُ دارا شڪوه ۽ ان دور جي دارا شڪوه جي طرفدار ۽ حق پرست درويش سرمد شهيد کي قتل ڪري پنهنجي اقتدار جي ڪرسي بچائي ۽ مضبوط ڪئي، اهي ٽئي قتل مغليہ دور جا سڀ کان وڏا سياسي قتل هئا باقي جيستائين سنڌين سان

مغلن جي رويي جو سوال آهي تنهن بابت ايترو ضرور چئبو تہ: "جنهن حاڪم جي تلوار جي نوڪ، پنهنجي ئي ڀيڻ يا ڀاءُ جي رت ۾ ٻڏل هجي، ۽ سندس اقتدار جي ڪرسيءَ جون ٽنگون ڀيڻ ۽ ڀاءُ جي لاشن ۾ ڪتل هجن ان تلوار جي وارث مان مظلوم ۽ غلام سنڌي ڇڱائي ۽ همدرديءَ جي ڪهڙي اميد رکي سگهيا ٿي."

## سبط حسن جي نا انصافي:

تازو هڪ مانواري غيرسنڌي ترقي پسند اديب سبط حسن پنهنجي هڪ مضمون "سنڌ جو پهريون سوشلسٽ صوفي!" ۾ شاهہ عنايت شهيد بابت لکيو آهي. جيڪو مضمون سندس ڪتاب نويد فڪر ۾ ڇپيو آهي. سبط حسن صاحب ڪافي منجهائيندڙ تاريخي حقيقتون پنهنجي طرفان گهڙي پيش ڪيون آهن، ۽ شعوري طرح ڪوشش ڪئي آهي. اهو ثابت ڪرڻ جي تہ "شاهہ عنايت شهيد واري انقلابي جدوجهد وقت کان اڳ هڪ شاعرانہ خواهش هئي. پاڻ (سبط حسن) لکي ٿو تہ: "صوفي شاهہ عنايت جي خواهش ڏاڍي نيڪ هئي پر تقديرون رڳو خواهشن مان ڪونہ بدلبيون آهن هن جو خواب ڏاڍي سٺي سپان جو سپنو هو، پر اهو خواب گهٽ ۾ گهٽ ٻہ صديون اڳ ڏسي رهيو هو." سبط حسن صاحب شعوري طور اهو محسوس ڪرائڻ جي تاريخي ڪوشش ڪئي آهي تہ: "ٻہ صديون پوءِ روس اندر جيڪو

سوشلسٽ انقلاب (يعني، ١٩١٧ع وارو عظيم آڪٽوبر انقلاب) آيو اهوئي سڀني سياڻن جي سمجهي جو سڌو تعبير هو—" باقي شاهه عنايت شهيد واري عملي انقلابي جدوجهد هڪ اڻپوري خواهش ۽ هڪ اڌورو خواب هو. سبط حسن صاحب ڪي غير سنڌي هئڻ ڪري اهو احساس ڪمتري ۽ ڊپ آهي ته: "متان سنڌي ماڻهو تاريخي ثبوتن جي آڌار تي اها دعويٰ ڪن ته دنيا ۾ پهريون عملي سوشلسٽ انقلاب آڻڻ جي عملي ۽ شعوري ڪوشش سنڌ ۾ ٿي....!!" ۽ حقيقت به اها آهي ته شاهه عنايت شهيد ئي اهو عظيم سنڌي اڳواڻ هو جيڪو نه رڳو سنڌ ۽ هند جو پر دنيا جو پهريون عملي سوشلسٽ ۽ انقلابي هو. جو ته ڪارل مارڪس١٨١٨ع رائن لينڊ (جرمنيءَ) ۾ پيدا ٿيو ۽ مارڪس جي پيدا ٿيڻ کان هڪ صدي (هڪ سئو سال) اڳ شاهه عنايت شهيد سوريءَ سزاوار ٿيو آهي. داس ڪيپيٽال ۽ سندس خالق مارڪس جو تصور به موجود نه هو ته سنڌ ۾ لطيف جو رسالو لکجي چڪو هو، ۽ شاهه عنايت جي شهادت وقت شاهه لطيف جي ڀرپور جواني هئي يعني شاهه لطيف ٢٨ ورهن جو هو. تاريخ ۾ ايترا به اشارا ملن ٿا ته شاهه لطيف، شاهه عنايت شهيد سان ڪئين ڪچهريون ٿيون، سڄن راتين جون راتيون سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي مسئلن تي بحث مباحثو ڪندي گذرنديون هيون. جهوڪ شريف ۾ جنگ هلندي به شاهه لطيف

ڪئين پيرا شاهه عنايت شهيد سان ملاقاتون ڪيون.
چو ته شاهه لطيف اڪثر ٻاڙي وارن سيدن وٽ ايندو
ويندو هو جيڪي سندس ڏاڏانا هئا، ۽ شاهه عنايت جي
شهادت جو شاهه لطيف تي ڏاڍو اثر پيو هو. جنهن جي
نتيجي ۾ شاهه عنايت شهيد جي شان ۾ ڏک ۾ شاهه
لطيف شاعري به ڪئي هڪ شعر ۾ تہ شعوري طور
سندس شهادت تي احتجاج ڪندي چوي ٿو تہ "هر طرف،
جهرجهنگ، وڻ ٽڻ اهائي (شاهه شهيد واري تحريڪ جي)
پچار آهي، هر طرف حق ۽ سچ جي وائي آهي، سچ جي
وات تي تہ هزارين نڪري پيا آهن ڪهڙن ڪي سوريءَ
چاڙهي ڪهڙن ڪي چاڙهيندو."

جر ٿر تک تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سڀئي شيءِ تيا، سوريءَ سزاوار،
هم منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين!

يا....

سڀ پچار پرينءَ جي سڀ هوت حضور،
ملڪ مڙيوئي منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا.

يا....

شاهه عنايت شهيد جي ياد ۽ ڏک ۾ بي اختيار شاهه
لطيف جي زبان تي هي شعر اچي ٿو وڃي تہ:

اڄ نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ ڪي جيئارين سي لاهوتي لڏي ويا.

سبط حسن جي لکڻ مطابق "ته تقديرون خواهش سان نه بدلبيون آهن -" شاهه عنايت شهيد جيڪڏهن ڏاهي خواهش ڪري ها ته ميدان جنگ ۾ عملي انقلابي جدوجهد نه ڪري ها، سندس جدوجهد جو سورهين ۽ سترهين صدي ۽ جي تاريخ ۾ مثال ئي ڪو ملي ته دنيا ۾ شاهه عنايت شهيد جهڙي جدوجهد ڪنهن ڪئي. خواب ڏسندڙ ڪڏهن به ميدان جنگ ۾ ڪڏي ڪاهي ناهن پوندا. شاهه عنايت شهيد جو دور سنڌ جي انقلابي جدوجهد جو خوني ۽ رتائون باب آهي. مارڪس ته پنهنجو داس ڪيپيٽال مس ۽ قلم سان ويهي لکيو پر شاهه عنايت شهيد سنڌ جي آزادي ۽ جو منشور پنهنجي رت سان لکيو ۽ دشمن جي وجود تي تلوار جي نوڪ سان آزاد سنڌ جو نقشو واضح ڪيو. سنڌ آزاد هجي ها ته اڄ دنيا ۾ مارڪسزم بجاءِ لطيف ازم جو راڄ هجي ها، ڪميونسٽ مينيفسٽو بجاءِ شاهه لطيف جو رسالو، عالمي امن ۽ ڀائيچاري جو منشور هجي ها - عملي انقلابي جدوجهد جو هيرو لينن بجاءِ شاهه عنايت شهيد هجي ها - پر افسوس جو سنڌي اڄ به غلام آهن. سنڌ ۾ ڪو به مواصلاتي ذريعو ناهي جنهن ذريعي دنيا کي سنڌ جي لکل هيرن بابت باخبر ڪري سگهجي.

سبط حسن اڳتي هلي لکي ٿو ته: "شاهه عنايت شهيد ۾ عوامي هٿيار بند جدوجهد جي اڳواڻي ۽ جي صلاحيت به نه هئي." سان ته چوان ٿو ته اهو الزام شاهه شهيد

جي انقلابي ۽ تاريخي جدوجهد کي ميڙڻ ۽ ميسارڻ جي هڪ شعوري ڪوشش آهي. جو ته جهوڪ واري جنگ جيڪا شاهه عنايت شهيد جي اڳواڻيءَ ۾ وڙهي وئي، دنيا جي تاريخ ۾ پهرين گوريلا جنگ آهي. گوريلا جنگ جي مشهور ماهر چي گويرا چيو هو ته گوريلا جنگ جو پهريون اصول آهي ته "ضرب لڳايو ۽ لڪي وڃو" ۽ مائوزيتنگ مطابق ته: "گوريلا جنگ نالو آهي پنهنجو پاڻ کي بچائڻ ۽ دشمن کي ناس ڪرڻ جو!" شاهه عنايت شهيد جي جدوجهد انهن اصولن کان اڄان به مٿانهين هئي. اصول ته هن صديءَ ۾ جوڙيا ويا پر شاهه عنايت شهيد ٽي صديون اڳ انهن اصولن کان وڌيڪ اڳتي وڌي گوريلا جنگ وڙهيو. مشهور تاريخدان پير حسام الدين شاهه راشدي ته سبط حسن کان به اڳ شاهه عنايت شهيد کي "دنيا جو عظيم سوشلسٽ" سڏي ڪري لکيو آهي مان چوان ٿو ته شاهه عنايت شهيد عظيم سنڌي گوريلا اڳواڻ پڻ هو.

ڪوبه نظريو (ٿيوري) عمل (پريڪٽيڪل) کان سواءِ ائين آهي جيئن انڌو سوبه لٺ کان سواءِ. مارڪس نظرياتي سوشلسٽ هو پر شاهه عنايت شهيد نظرياتي سان گڏ عملي سوشلسٽ پڻ هو.

## شاهه شهيد ۽ عام ماڻھو

شاهه عنايت شهيد جو عام ماڻھوءَ سان اُنس ويهن، ڏاڍو پيار محبت ۽ قرب وارو هو، سندس رويي ماڻھن جي دلين تي ڏاڪو ڄمايو، پِين سيدن ميرن، پيرن ۽ وڏيرن جي ڀيٽ ۾ هُنھنجي مسارونڙن ۽ سانگيئڙن سان ڏاڍو قربائتو پيش ايندو رهيو ۽ سنڌي ماڻھو جيڪي پڻ محبت ۽ پيار جا هر دور ۾ بکيا رهيا آهن. شاهه عنايت جي چوڌاري ائين گڏ ٿيڻ لڳا جڻ ڪنهن روشني جي چوڌاري پتنگ ۽ پروانا اچي مڙندا آهن. جڏهن جهوڪ جي آس پاس تر جي سرنديءَ وارن کي پروڙ پئي ـ ي فطري طور مڙڻ ۽ پچڻ لڳا ۽ آهستگيءَ سان شاهه عنايت جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪيائون.

هڪ طرف پير سيد ۽ مذهبي اجاري دار، ٻئي طرف تر جا وڏيرا زميندار ۽ جاگيردار تـه ٽئين طرف انهن ٻنهي طبقن جي چرچ تي مغلن طرفان مڙهيل ڏاريا حڪمران جن جون وفاداريون دهليءَ جي مغل آقائن سان هيون پر سنڌن مرڪز ڻٽو هو ۽ چوٿين طرف ڪلهوڙن جا اهي اقتدار جا بکيا فرد جيڪي ـ ڻ پير پرستيءَ واري پوشاڪ ۾ حڪومت ۽ اقتدار جا خوبصورت ۽ رنگين خواب ڏسي رهيا هئا.

ظاهر آهي تہ اهڙيءَ طرح جي ڳتيل سياسي صورتحال ۾ شاهه عنايت شهيد جا ساٿي، حمايتي ۽ وفادار اهي ئي

غريب مسڪين ذلزيل ۽ بدحال سنڌي ماڻهو ٿي سکيا ٿي جيڪي مظلوميت، محڪوميت ۽ غلاميءَ جي شعور سان گڏ ظلم ذاڌ ۽ بربريت جي اوڙاه ۾ جلي، پچي ۽ پچري رهيا هئا.

## شاهه عنايت شهيد جون مخالف قوتون ۽

سيدن ۾ باڙيءَ شاهه ڪريم جا سيد، شاهه عنايت شهيد جا سخت ۽ وڏا مخالف هئا. انهن سيدن جي اڳواڻي ميان عبدالواسع ولد ميان عبدالغني، ولد سيد عبدالدليل ولد سيد دين محمد ولد سيد شاهه عبدالڪريم. انهن سيدن جو رويو پنهنجن مريدن ۽ هارين سان تمام سخت هو، جنهن ڪري سندن ڪافي مريد خادم ۽ هاري شاهه عنايت شهيد جا اچي مريد ۽ ساٿاري ٿيا. جيڪا ڳالهه باڙي وارن سيدن کي نه وڻي ۽ هو شاهه عنايت جي مخالفت ڪرڻ لڳا.

زميندارن ۾ نورمحمد پليجو ولد منبو پليجو ولد راڏو پليجو، ولد بابو پليجو جيڪو پليجار جو وڏو زميندار هو. پير حسام الدين شاهه راشديءَ جي تحقيق ۽ لکت موجب پليجار جو زميندار نورمحمد پليجو اصل ابوجهل جي اولاد منجهان هو. جنهن شاهه عنايت شهيد ۽ سندس فقيرن کي ختم ڪرڻ ۽ تباهه ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهرين هڪ شيطانگيري وارو منصوبو ڏاهيو. جنهن ذريعي باڙي وارن سيدن ۽ مغلن جي ڇاڙتن سان هڪ ڳجهو

ڏاهه ڪري سرڪار جي چرچ تي اوڙي پاڙي ۽ پرپاسي جا ماڻهو ڪڙهي ڪڍي ڪٺ ڪري وڃي اوچتو شاهه شهيد جي فقيرن ۽ درويشن تي راتاهو ڏنو. جنهن ۾ ڪيترائي فقير ۽ درويش شهيد ٿي ويا. شاهه عنايت شهيد ٻڌي ويو. شاهه عنايت شهيد ان مسئلي کي سرڪاري قانون تحت پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو، ۽ وڏي سياڻپ ڏاهپ ۽ دانشمندي سان شهيد ٿيل فقيرن ۽ درويشن جي وارثن ۽ پوئيرن جو هڪ وفد ڏاهي پنهنجي سربراهيءَ ۾ ان نا انصافيءَ خلاف دهليءَ ڏانهن دانهين ويو. ان وقت سيد لطف علي سنڌ جو ناظم هو. اهو واقعو ٢٧-١١٢٦ هجري مطابق ١٥-١٧١٤ع جي وچ ڌاري ٿيو.

دهليءَ جي ڌارئي حڪمران، شاهه عنايت جي سياسي تدبر ڏاهپ ۽ سندس نظريي جي سچائي ۽ تنظيم جي ردعمل جي خوف ۽ ڊپ کان ڊڄي، ان ڏتي وائتي ظلم ڏاڍ ۽ ننگي جارحيت جو فيصلو شاهه عنايت شهيد ۽ فقيرن جي حق ۾ ڪيو ۽ سنڌ ۾ مقرر ڪيل پنهنجي گورنر کي حڪم ڏنو ته: "ظالم ۽ قاتل زميندارن جن شاهه جي فقيرن کي قتل ڪيو آهي تن جون زمينون ضبط ڪري مارجي ويل شهيدن جي پوئير وارثن ۾ خون بها عيوض ورهايون وڃن، ۽ آخرڪار مجبور ٿي هتي جي مقامي انتظاميه دهليءَ جي حڪم جي بجا آوري ڪندي زمينون شهيدن جي وارثن ۾ ورهايون. ان جو اثر اهو ٿيو جو اڪهور ننڊ ۾ ستل اڻپوجهه ۽ مسڪين هارين ۾ سجاڳي

۽ شعور جـو اِج پـڻجي ويو. اوڙي پاڙي جي غريب مسڪين، هارين نارين ڀهريون پيرو محسوس ڪيو ته انسان جي حقن جو حامي ۽ محافظ پيدا ٿيو آهي. ان عمل جي ڪري هارين منجهه پنهنجي حق جي سڃاڻپ جو شعور بيدار ٿيو. بي زبان ۽ گونگن ماڻهن کي به پنهنجي حق گهرڻ جي زبـان ملي، ۽ ٻئي پاسي شاهه عنايت شهيد جي مخالف زميندارن، ميرن پيرن ۽ سيدن جي چڻ چيلهه ڀڄي ٿي پئي، ۽ اهـي ٻڻ عارضي طور خاموش ٿي منظم ٿيڻ ۽ نيون سازشون سٽڻ جا بهانا ڳولڻ لڳا. سندن اثر وارا هاري ناري ڪڙمي ۽ ڪاسبي جيڪي اڳ ئي سندن ظلم، جبر ۽ ڏاڍ کان تنگ لڳا وينا هئا سي ٻڻ تنگ ٿي ڪري شاهه شهيد جي صحبت ۽ اثر هيٺ متاثر ٿي ڏک ۽ سک جي پرواهه ڪرڻ بنان شاهه عنايت شهيد جي جهنڊي هيٺان پنهنجو پناهگاهه ڳوليو. شاهه شهيد کي پنهنجو نجات ڏيـاريندڙ سمجهي سندس پارٽيءَ ۾ شامل ٿيندا رهيا. ۽ اهڙي نموني شاهه شهيد جي طاقت ۾ اضـافو ٿيندو رهيو. ۽ شاهه عنايت ڌارين توڙي پنهنجن ظالمن کان آزاد ٿيڻ لاءِ سوچيندو رهيو. پر ڪڏهن به همت نه هاريائين. سؤ سرن ڏيڻ کان پوءِ بـه سندس هـر وک اڳتي ۽ صرف اڳتي وڌندي رهي.

۽ ٻئي طرف شاهه عنايت شهيد جا مخالف ٻڻ منظم ۽ ڪٺا ٿيندا رهيا ۽ سرڪار جا ڪن ڀريندا رهيا ۽ شاهه

عنايت دشمنيءَ ۾ هاڻي سيدن ۽ ٻين سان گڏ جت ۽ ڪلهوڙا به شامل ٿي ويا. حمل جت ولد لاکو جت ولد حمل جت ولد لاکو جت پڻ شاهه شهيد جو دشمن هو جنهن پڻ پنهنجي حامين کي شاهه شهيد خلاف اڀاريو.
۽ ان زماني ۾ يعني ١٧١٦ع (١١٢٨هه) ۾ لطف علي خان جي جاءِ تي اعظم خان کي صوبي سنڌ جو ناظم مقرر ڪيو ويو. جيڪو اڳتي هاي لطف علي خان جي معزوليءَ بعد ٺٽي جو نواب مقرر ٿيو. جيڪو ڪنهن وڏي سازش تحت مقرر ٿيو. سندس ناظم مقرر ٿيڻ تي شاهه عنايت شهيد جي مخالفن مٿايون ورهايون ۽ سندس دعوتون ڪري کيس شاهه شهيد ۽ سندس منظم تحريڪ خلاف ڀڙڪايو ۽ سندس ذهن ۾ ويهاريو ويو ته شاهه عنايت شهيد هڪ خطرناڪ ماڻهو آهي جيڪو دهليءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ هلائي حڪومت تي قبضو ڪرڻ ٿو چاهي. اعظم خان اچڻ سان شاهه عنايت شهيد جي فقيرن کان ڍل اڳاڙڻ جو اعلان ڪيو. جيڪا اڳ دهليءَ جي هڪ شاهي فرمان تحت معاف ڪئي ويئي هئي. فقيرن سندس اعلان کي سندن خلاف هڪ سازش قرار ڏيندي ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ نواب اعظم خان تي الزام هنيو ته هو شاهه عنايت شهيد ۽ سندس تحريڪ جي ماڻهن جي مخالف قوتن جي اشاري تحت هلي رهيو آهي.

اعظم خان جيڪو اڳيئي شاهه عنايت ۽ سندس فقيرن

جو ڪٽر مخالف هو تنهن جو ڍل نه ڏيڻ جو جواب ٻڌو ان تي اچي ڪيس ٽپڻيءَ تپايو ۽ ٻاهه جا ڀڀڙ سندس سيني ۾ ٻڙڪا ڪاڻڻ لڳا ويتر جو جاگيردارن، وڏيرن ۽ پيرن کي ان جي ٻروڙ پئي ته اچي اعظم خان جا ڪن ڀريا ۽ ڪيس شاهه شهيد خلاف ڀڙڪايو ان نتيجي طور ٻاهه تي تيل جو ڪم ڏنو. جنهن تي اعظم خان ڪاوڙجي شاهه شهيد ۽ سندس فقيرن خلاف هڪ ڪيس ٺاهي، بادشاهه کي دهليءَ روانو ڪيو جنهن ۾ هن لکيو ته: ”شاهه عنايت شهيد ۽ سندس پوئلڳن حڪومت جي فيصلن کي مڃڻ کان مڪمل انڪار ڪري ڇڏيو آهي، ۽ شاهه عنايت ۽ سندس فقير حڪومت تي قبضو ڪرڻ جو منصوبو ٺاهي رهيا آهن، تازو هنن ڍل نه ڏيڻ جو فيصلو ڪري خليفته الله (بادشاهه) جو حڪم مڃڻ کان مڪمل انڪار ڪري ڇڏيو آهي.“

## فقيرن خلاف فوجي چڙهائي:

هڪ طرف نواب اعظم خان، شاهه عنايت شهيد ۽ سندس فقيرن خلاف بادشاهه کي ڀڙڪائڻ لاءِ ڪيس خط لکيو ۽ ٻئي طرف هڪ وڏي فوجي آپريشن جي تياري ڪرڻ لڳو. ان سلسلي ۾ هن سرڪاري فوج کي ڪنهن به وقت تيار رهڻ جا حڪم جاري ڪري ڇڏيا ته ٻئي طرف شاهه عنايت شهيد جي مخالفن جو اجلاس ڪوٺايو جنهن ۾ شاهه شهيد جي جاني دشمنن، سيد عبدالواسع

شاهہ باڙيءَ وارو، نورمحمد پليجو پليجار جو زميندار، حمل جت زميندار کان سواءِ مير شهداد خان ۽ اقتدار جي ڪرسيءَ جو وڏو لالچي ميان يارمحمد خان ڪلهوڙو (ملقب بخدا يار خان ولد نصير محمد ولد الياس ڪلهوڙو، ولد ميان دائود ڪلهوڙو، ولد ميان آدم ڪلهوڙو) شرڪت ڪئي. ۽ انهن سڀني گڏجي شاهہ عنايت شهيد خلاف فوجي چڙهائيءَ جي حمايت ڪندي پنهنجا پنهنجا ماڻهو ۽ ڪرائي جا سپاهي ڏيڻ جو واعدو ڪيو. صرف شاهہ عنايت شهيد کي ختم ڪرڻ لاءِ هزارين ڀاڙيتا ماڻهو گڏ ٿي ويا.

جڏهن شاهہ عنايت شهيد کي ڪنهن ڳجهو اطلاع ڏنو تہ تر جا وڏيرا ۽ ٻيا دشمن سرڪار سان گڏجي جهوڪ تي حملي جون تياريون ڪري رهيا آهن تنهن ڪري فقيرن کي حڪم ڏنو ويو تہ حملي آورن کي جهوڪ جي ٻاهران رستي ۾ روڪين متان دشمن اوچتو حملو ڪري اسان کي وڏيڪ نقصان پهچائي پر شاهہ عنايت شهيد اها رٿ نامنظور ڪندي حڪم ڪيو تہ اڳرائيءَ جي اجازت نٿي ڏئي سگهجي.

جو تہ شاهہ عنايت شهيد کي خبر هئي تہ حڪومت سياسي انڪلبازي ٿي ڪري جيئن سنڌي سنڌين سان وڙهي مرن، نہ رڳو اهو پر مغل حاڪم ٽولي جي بہ اهائي سازش ۽ سٽا هئي تہ پنهنجي فوج کي بچائجي ۽ انهن وڏيرن کي هٿي ڏيپ ۽ هٿي ڏجي جيڪي شاهہ

شهيد جا مخالف آهن، جيئن انهن کان ٿي ٻيگر ۽ ونگار
۾ ماڻهو وٺي شاهه شهيد سان جنگ ڪرائي وجي، ۽
شاهه شهيد کي ان ڳالهه جو شعور هو. ان ڪري ٿي
هن اڳرائي جي اجازت نه ڏني. ۽ آخرڪار ١٨- ذوالقعد
١٢٩١ع مطابق ١٣- آڪٽوبر ١٧٧٧ع کان جنگ جي
باقاعدي شروعات ٿي ۽ رات جي پوئين پهر ظالم ويرين
۽ دشمن جي لشڪر شاهه شهيد جي فقيرن جو گهيرو
ڪيو جيڪي هر قسم جي نئين ۽ جديد هٿيارن سان مسلح هئا
۽ اهو لشڪر هزارين ماڻهن تي مشتمل هو. جيڪو
شاهه شهيد جي فقيرن کان ڪئين ڀيرا وڏو هو، ۽ انهن
ڏينهن ۾ شاهه شهيد هڪ حڪم جاري ڪري پنهنجي
فقيرن کي خاص طور ۽ سنڌ واسين کي عام طور اپيل
ڪئي ته اهي سرڪار کي ڍل يا ٻئي ڪنهن به قسم
جي ٽيڪس ڏيڻ بند ڪن، ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ اها
پهرين "سول نا فرماني جي تحريڪ" هئي.

جڏهن فقيرن مٿان جنگ مڙهي وئي تڏهن ٿورائي ۃ
۾ هئڻ ڪري هنن خاص رٿابندي هيٺ دشمن جي ٿي
فوج مٿان لڪي ڇپي حملا ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو
ڇو ته دشمن وڏي جنگي تياري ڪري ميدان جنگ ۾
آيا هئا. هنن توبون پڻ ساڻ آنديون هيون جيڪي هاٿين
تي ڪجهي آيون هيون، ۽ شاهه شهيد جي فقيرن وٽ
رڳو هڪ قسم جو هٿيار هو جنهن کي "زنبورچو"
ڪري ڪوٺيو ٿي ويو. جيڪو پڻ سنڌ جي ايجاد هو

هو ۽ ڪاٺ جي ڇهنبدار ڪلي وانگر هو، ۽ ان زنبورچي
ذريعي ئي لڪي ڇپي حملا ڪري فقيرن دشمنن جي
فوج کي ڏوڏا ڇڏايا. انهن حملن جي ڪري دشمن جي
فوج ذري گهٽ ناس ٿي چڪي هئي. تاريخي حقيقتن
سان پائجي ٿو ته: **"اها دنيا جي پهرين ڇاپي ماريا**
**گوريلا جنگ هئي جيڪا سنڌ ۾ جهوڪ جي ميدان**
**جنگ تي وڙهي وئي. جنهن جو عظيم گوريلا اڳواڻ**
**شاهه عنايت شهيد هو."**

شاهه عنايت شهيد پنهنجي سڄي گوريلا فوج کي
گڏ ڪري، ميدان جنگ تي هڪ اهم تقرير ڪئي
هئي ۽ پنهنجن گوريان کي تقرير ۾ حڪم ڏنو هو.
"رات جي وڳوڙي ۾ پنهنجن صفن ۾ مضبوطي، نظم ۽
ضبط پيدا ڪري اوچتو دشمن جي فوج مٿان ڪڙڪي
ڇاپا هڻو ڇو ته اهڙيءَ طرح دشمن جي صفن ۾ ڏار
پوندا ۽ توهان جو گهٽ نقصان ٿيندو، ڇو ته هيءَ
جنگ زندگي کان موت ڏانهن ويندڙ هڪ اهڙي پل
آهي جنهن تي اوهان بيٺا آهيو. هن ۾ خبرداري هوشياري
۽ ڏاهپ سان وڙهڻو آهي، ڪوبه سرويچ نعرو نه هڻي
جيستائين خاموشيءَ سان حملو ڪندا رهندو، تيستائين
سوڀ سري ۽ ڪاميابي اوهان جا قدم چمندي." ۽
اهڙي ئي طريقي سان ڇهن مهينن تائين **شاهه** عنايت شهيد
پنهنجي جنگ جاري رکي جنهن ۾ دشمن فوجن جو تمام
ڏاڍو نقصان ٿيو.

سمجهجي ٿو تہ شاهہ شهيد جيڪو سنڌ ۾ ان گوريلا
جنگ جو خالق هو، ۽ اتي جهوڪ ۾ گوريلا جنگ
جو هڪ سکيا سينٽر پڻ قائم ڪيو هو جنهن جي
نگراني ۽ نظرداري پاڻ شاهہ عنايت شهيد ڪندو هو
جنهن ۾ سوين فقير پڻ ٽريننگ وٺندا هئا. ٻٽن حملن
کان پوءِ جڏهن فقيرن کي سرسي حاصل ٿي ۽ دشمنن
جو گهڻو نقصان ٿيو. تڏهن ڪيترا پيرا تہ بي پرواہ ٿي
جهوڪ جي چئني طرفن کان مورچا مضبوط ڪري خدا
جي ياد ۾ مشغول ٿي ويندا هئا، ۽ بي نياز ٿي عبادت
ڪندا هئا. شاهہ شهيد پنهنجي فقير گوريان کي حڪم
ڏنو هو تہ ڪارروائي دوران ڪوبہ فقير نعرو نہ هڻي،
پر هڪ چاپي دوران هڪ فقير جو پير ٿڙڪي وڃي،
ڪنهن ڪاٺيءَ سان ٺڪريو، پير ٺڪرجڻ سان هن
جي زبان مان بي اختيار نعرو بلند ٿي ويو. يا الله....
موٽ ۾ فقيرن جو رواج هو تہ نعري جو جواب ڏيندا
هئا. جيئن جو نعرو بلند ٿيو، تہ موٽ ۾ ٻين فقيرن—
الله الله جي صدا بلند ڪئي. ۽ اهڙيءَ ريت دشمنن جي
جي فوج کي فقيرن جي جنگي ڳجهہ جي خبر پئجي
وئي تہ پنهنجو ڪير آهي ۽ ڌاريو ڪير آهي، سندن
"ڪوڊ ورڊ" جو ظاهر ٿيڻ ئي سندن ڪمزوري ۽
شڪست جو ڪارڻ بڻيو. اهڙيءَ ريت مخالفن کي
چاپي مار جنگ جو پتو پئجي ويو. ۽ ان کان پوءِ شاهہ
شهيد جي دشمن قوتن رات جي اونداهيءَ ۾ وڙهڻ بجاءِ

ڏينهن ڏئي دوبدو جنگ ڪئي جيڪا شاهہ عنايت شهيد جي ڏر کي ڏاڍي مهانگي پئي ۽ کين هار ۽ شڪست جي روپ ۾ ملي. ان کان پوءِ بہ ڪيترائي هفتا جنگ جاري رکڻ جو فيصلو ڪيو. شاهہ عنايت شهيد حڪم ڏنو تہ ”جنگ جاري رهندي، مون کي اميد آهي تہ جيت ۽ فتح هميشه حق ۽ سچ جي ٿيندي، ظالمن سان ڏاهہ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ظالم سان مظلوم جو ڏاهہ، ظلم ۽ ظالم پنهي کي تسليم ڪرڻ برابر آهي. اسان کنهن بہ صورت ۾ ظالم کي تسليم نہ ڪنداسين ڇو تہ ظالم کي تسليم ڪرڻ ظلم جو ساٿ ڏيڻ برابر ٿيندو.“

پر ان وچ ۾ مخالف قوتن وڏا منصوبا ۽ سازشون سوچيون تہ آخر کهڙي نموني شاهہ شهيد کي گرفتار ڪرايو وڃي، ۽ آخرڪار سرڪاري عملدارن ۽ شاهہ شهيد جي دشمن وڏيرن جو هڪ گڏيل اجلاس ڪوٺايو ويو جنهن ۾ شاهہ شهيد کي قيد ڪرڻ جون تدبيرون سوچيون ۽ سٽيون ويون آخرڪار اهو فيصلو ڪيو ويو تہ شاهہ شهيد سخت مذهبي صوفي ماڻهو آهي، ۽ قرآن شريف جو سخت احترام ڪندڙ آهي. تنهن ڪري قرآن شريف تي ڏاهہ جي بهاني نواب اعظم خان وٽ گهرائي کيس هٿڪڙيون هڻايون وڃن.

## شاهہ شهيد جي شهادت

ان سڄي منصوبي جو بار، محمد خان ولد خدا يار ڪلهوڙي ۽ مير شهداد خان بلوچ جيڪو يارمحمد

ڪلهوڙي جو معتمد سردار هو پنهنجي سر ڪنيو، ۽ قرآن شريف کڻي شاهه شهيد وٽ ويا، ۽ اها سڄي رٿابندي اعظم خان ڪلهوڙن ۽ شاهه شهيد جي ٻين مخالفن جي هئي. شاهه شهيد چيو تہ مان پنهنجي سائين سان ڳالهيون ۽ صلاح ڪان پوءِ جواب ڏيندس. شاهه شهيد فقيرن جي گڏجاڻي ڪوٺائي ۽ نقصان ۽ فاعدي تي سوچڻ بعد پاڻ ڪي اعظم خان وٽ پيش ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. چو تہ شاهه شهيد وڌيڪ خون خرابو، رتوڇاڻ تباهي ۽ بربادي ڏسڻ نٿي چاهي. هن وڌيڪ قتل عام برداشت نہ ٿي ڪيو، ۽ پنهنجي ان واعدي مطابق شاهه عنايت شهيد پيش پيو. چو تہ سائس واعدو ڪيو ويو هو تہ پيش ٿيڻ ڪان پوءِ سندس سڀ مطالبا منظور ڪيا ويندا جن ۾ فقيرن جي جان ۽ مال جي حفاظت، فقيرن ٿان ڍل معاف ڪرڻ، وڏيرن ۽ پيرن جو ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ بند ڪرڻ ۽ سندن ٻيا مطالبا شامل هئا. شاهه عنايت ١٥- صفر ١١٣٠ هہ تي پيش پيو ۽ ان ڏينهن بعد ئي ڪيس بغير ڪيس هلائڻ ۽ ڪو ڏوهہ ثابت ٿيڻ بنان ١٧- صفر ١١٣٠ع تي سوريءَ جي سزا ڏني وئي. سندس سر تلوار ذريعي ڌڙ ڪان ڌار ڪيو ويو، سائين جي ايم سيد جي لکت موجوب شهادت مهل سندن زبان تي هي شعر هو تہ:

سر در قدم يار فدا، شد چہ بجا شد،
اين بار گران بود ادا شد چہ بجا شد،

"يعني حق ۽ سچ جي راهن ۾ پنهنجي سر جي قرباني ڏيڻ سان زندگيءَ جي بنيادي مقصد پوري ڪرڻ جو ذريعو لڌو ويو."

سائين جي ايم سيد جي لکڻ موجب ته ملن جي فتوائن جي آڌار تي شاهه عنايت کي شهيد ڪيو ويو. حق پرستن جي تاريخ رهي آهي ته جڏهن به ڪنهن ظالم حڪمران ڪنهن سچي ۽ حق پرست کي پنهنجي راهن تان هٽائڻ چاهيو آهي تڏهن ملان جي فتوائن ئي ان جي تلوار لاءِ راهه هموار ڪئي آهي. مولانا ابوالڪلام جي لفظن ۾ ته "حق پرستن جو ناحق خون ملا جي قلم ۽ حاڪم جي تلوار جو گڏيل ڪارنامون رهيو آهي."
سائين جي ايم سيد لکي ٿو ته: "شاهه عنايت شهيد سنڌ ۾ آزاد خيالي، انسان دوستي، پيار محبت، وحدت الوجود ۽ وحدت مذاهب جو پايو وڌو ۽ اهڙي ئي ڪلمي حق جي پاداش ۾ شهيد ڪيو ويو. هو نفرت، ڪيني، نفاق، دوئي ۽ تعصب جو سخت مخالف ۽ پاڻ پنهنجو هو. جيستائين سنڌ قائم آهي ان جو آواز هر ڪنڊ ۾ گونجندو رهندو ان کي ڪابه شيءِ مٽائي نٿي سگهي. هن کان پوءِ سنڌ جي تصوف مڪمل صورت اختيار ڪئي. هن جيڪي چيو ۽ ڪيو ان کان وڌيڪ هن سائنسي دؤر ۾ به چئي ۽ ڪري نٿو سگهجي." شاهه لطيف به سندس شهادت تي چئي ڏنو ته :

ويا سي وينجهار، هيرو لعل و نڊين جي،
تنين سندا پوئيان شيهي لهن نه سار،
ڪڙين ڪٽ لهار، هاٿي آنهين پيٽئين.
(شاهه)

مذهب جي آڙ ۾ شهيد ڪرائڻ کان پوءِ اعظم خان به سک سان نه ويٺو. شاهه شهيد جي فقيرن ”يا الله“ وارو نعرو ظالم حاڪمن لاءِ موت جو پيغام بڻجي گونجيو. آخرڪار مجبور ٿي اعظم خان شهر ٺٽي ۽ ان جي آسپاس ڍڍوڙو ڏياريو ته ڪير ماڻهو به يا الله جي نعري جي صدا بلند نه ڪري. شاهه عنايت شهيد جي شهادت کان پوءِ يا الله جو نالو وٺڻ ۽ نعرو هڻڻ تي ڏارين ظالم حڪمرانن مڪمل بندش وجهي ڇڏي ۽ حڪم ڏنو ته يا الله جو نالو وٺڻ واري کي شاهه شهيد واري سزا ڏني ويندي ۽ سندس سر ڌڙ کان تلوار سان ڌار ڪيو ويندو. ۽ اهڙن ڪيترن ئي فقيرن کي موت جون سزائون ڏنيون ويون، پر پوءِ به سندن جدوجهد جاري رهي ۽ مغلن جي دلالن جي دور جو خاتمو ٿيو. تيستائين شاه شهيد جا فقير شاه لطيف جي هن شعر تي عمل ڪندا رهيا ته:

سؤ سسين ڏيئي، وڪ وڃي هيڪڙي،
جنهن نيزي سر نيئي، مرڪايو ميدان ۾.
(شاه)

——

# شهيد هوش محمد شيدي

## هوشو ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو:

غلام سماج ۽ غلاميءَ جي ڇانوَ ۾ هر ماڻهو غلام ٿيڻ چاهيندو آهي، ۽ غلام ٿي مري ويندو آهي ۽ تاريخ انهن جيئڻ جهڙي مرڻ ڪانئور ڪئون بي وفا محبوب جيان وساري ڇڏيندي آهي، پر اهي انسان جيڪي ضمير کي زنده رکي جيئندا آهن، اصول، مقصد ۽ نظريا جوڙي پنهنجي زندگي جي تعمير ڪندا آهن ۽ انهن اصولن مٿان ۽ نظرين لاءِ، ميدان جنگ ۾ بيهي، گولين جي گونج ۾ به ”مر ويسون مر ويسون سنڌ نه ڏيسون“ جا نعرا بلند ڪري ڌرتيءَ مٿان سر گهوري ويندا آهن اهي تاريخ ۾ ”هوش محمد شيدي“ ٿيءِ پاڻ به زنده رهندا آهن ته تاريخ کي به زنده بڻائي ويندا آهن.

شهيد هوشو شيدي ڪڏهن ڄائو ۽ ڪٿي ڄائو.....!؟ سنڌ جي تاريخ انهن سوالن جا جواب ڏيڻ کان بلڪل خاموش آهي، آخر ڇو؟؟ سنڌ جي تاريخ ۾ انهن غدارن ۽ حڪمرانن جي جنم ڪانوڻي مرڻ تائين جو ذڪر ته موجود آهي، جن شاهه لطيف جي چوائي ته سون تي سيڻ مٽايو، ڌرتي ۽ ڌرتي واسين سان غداري ڪئي، آزادي، عزت ۽ لڄن جو چند سڪن تي سودو ڪيو،

پر تاريخ ۾ هوشو شهيد جهڙي بهادر غلام جو ذڪر چند سٽن کان مٿي موجود ناهي؛ سنڌ جي تاريخ سان اهو هڪ وڏو ظلم آهي، منهنجي نظر ۾ ان جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ هي آهي ته سنڌ جي تاريخ يا ته فاتحن لکي آهي يا وري ڀاڙيتن ۽ ڪرائي تي قلم هلائيندڙ تاريخدانن....!! ۽ ڪرائي جي تاريخدانن هر غلام ڌرتي جي غلام تاريخ سان دشمنن وارو ورتاءُ ڪيو آهي، مثال، سنڌ مٿان انگريزن جي ڪاهه ۽ فتح جي تاريخ، انگريز فاتح جنرل چارلس نيپئر جي ڀاءُ ليفٽيننٽ جنرل وليم نيپئر لکي آهي. سوچڻ جو مقام آهي ته ڇا هڪ ظالم ۽ فاتح، مظلومن جي ڪهڙي سچي تاريخ لکندو، يا هڪ قاتل، مقتولن جي ڪهڙي تاريخ لکي ٿو سگهي؟

سنڌ جي جڳ مشهور دانشور، جي الانا صاحب پنهنجي ڪتاب، ”اسان جي آزاديءَ جا اڳواڻ“ ۾ پڻ لکي ٿو ته ” هوشوءَ جي جنم جي صحيح تاريخ جي ڪابه ڄاڻ ڪانهي، پر مير فتح علي خان جي فرزند مير صوبدار خان جي جنم جي تاريخ جو علم آهي، جيئن ته هوشو شهيد، مير صوبدار خان جو همعمر هئڻ سان گڏ سندس سڄو ساٿي ۽ دوست پڻ هو، تنهنڪري انومان ڪري سگهجي ٿو ته هوشو شيدي ١٨٠١ع ڌاران ڄائو هوندو.“

جي الانا جهڙي بلند پايي جو دانشور ان ڳالهه جي پڻ تصديق ٿو ڪري ته ” سنڌ جي تاريخ ۾ هوشوءَ

جي حياتيءَ بابت ڪو خاص احوال ڪونہ ٿو ملي پر ٿورا اشارا ملن ٿا.“ هيڏي بهادر سنڌي جرنيل جو سنڌ جي تاريخ ۾ رڳو اشارن ۾ ذڪر ملي ان کان وڌيڪ نا انصافيءَ جو تصور بہ نٿو ڪري سگهجي، سنڌ جي تاريخ تہ سنڌين جي معاملي ۾ گونگي رهي آهي، پر تاريخدان بہ گونگا رهيا آهن. نہ صرف هوشو شهيد جو ذڪر پر سنڌ جي تاريخ ۾ ڪنهن بہ اهڙي عظيم ۽ بهادر اڳواڻ جو ذڪر چند سٽن کان مٿي ماڻ مشڪل آهي. پوءِ اهو هوشو شهيد هجي، پير پاڳارو سورهہ بادشاهہ هجي، هيمون ڪالاڻي هجي، دولهہ دريا خان هجي، دودو سومرو هجي يا روپلو ڪولهي هجي، پر سنڌ جي تاريخ ۽ تاريخدان انهن جي حق، انصاف ۽ سچائيءَ ۽ آزاديءَ واري جنگ ۾ ڏنل جان جي قربانيءَ تي بہ خاموش آهن، ٿي سگهي ٿو تہ ٽالپرن ڇاڻيوائي هوشوءَ جي بهادري ۽ سورهيائپ کي لڪائڻ جي سازش ڪئي هجي تہ مٿان ”هڪ غلام جي ڌرتيءَ سان پيار محبت ۽ سچائي نروار ٿي پوي ۽ ٽالپر حڪمرانن جي غداري ۽ ڪپت مٿان هڪ غلام ۽ پاڻهي جي سچائي ۽ وفاداري ٿئي ۽ هو ڏٺا ٿين.“ پـــر ڪاري پاٽ اونداهي ۾ بہ سچ جو هڪ ڪرڻو روشنيءَ جي علامت بڻجي ويندو آهي.

اردو ٻوليءَ جي مشهور دانشور ڊاڪٽر مبـارڪ علي پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جي تاريخ ڪيئن لکڻ کپي“

۽ هڪ هنڌ لکي ٿو ته "جڏهن انگريز سنڌ تي حملو ڪن ٿا، ڌرتي ۽ ماڻهن جو استحصال ۽ ڦرلٽ ڪن ٿا ته اسان انهن کي نِنديون ٿا ۽ کين ڦورو ۽ استحصالي چئون ٿا پر جڏهن عرب فاتح (محمد بن قاسم) سنڌ ۽ سنڌين مٿان حملو ٿا ڪن، انهن کي ڦرين ۽ لٽين ٿا ته اسان کين نيڪيءَ جو فرشتو ۽ عظيم اسلامي سپه سالار ٿا چئون، ڦورو، لٽيرو، ڌاڙيل ۽ فاتح هر حالت ۾ ڌوهاري ۽ استحصالي آهي، پوءِ انگريز سامراجي ۽ استحصالي پر عرب نيڪيءَ جا فرشتا ڇو.....؟؟ اهو سنڌ جي تاريخ سان انصاف ناهي.......!!؟ ۽ حقيقت به اهائي آهي ته سنڌ جي تاريخ جا صفحا انهن ڦورو، لٽيرن ۽ استحصالي فاتحن جي حق، نيڪي ۽ ساراهه سان ڪارا نيل آهن. پر آزادي، حق، انصاف ۽ سچائيءَ جو بچاءُ ڪندڙن کي تاريخ جي صفن مان جلا وطن ڪيو ويو آهي.

## جنرل هوشو ۽ ڌاريو ڪيپٽن:

شهيد هوشو شيديءَ، نه ڪي ڪتاب لکيا ۽ نه ئي ڪا قومي شاعري ڪئي پر هن پنهنجي ڌرتي ماءُ جي آزاديءَ جو بچاءُ ڪندي، انگريز سامراج خلاف هڪ سٽ چئي ته "مر ويسون مر ويسون سنڌ نه ڏيسون." ۽ اها سٽ سوين ڪتابن ۽ شعرن کان وڌيڪ اثرائتي بڻجي هر هڪ آزادي پسند جي زبان جي جنبش ۽ دل جو ڌڙڪو بڻجي وئي- ۽ هوشوءَ جي اهڙي بهادريءَ

جي ساراهه پڙهي هڪ ڊاريو ڪيپٽن معين الدين هزارين ميل پري کان هوشوءَ جي قبر تي سلامي ڏيڻ آيو - گلن جي چادر وٺي جڏهن حيدرآباد واري پڪي قلعي وٽ پهتو ته سندس حيرت جي حد نه رهي - چو ته کنهن ٻڌايس ته "ڪهڙو هوشو ۽ ڪنهنجي قبر، قلعي ۾ ڪنهن به هوشو نالي واري ماڻهو جي قبر ناهي."

۽ هتي ٿوري گهڻي معلومات ۽ ڄاڻ حاصل ڪري، "جنهن ڏينهن هوشو شهيد ٿيو" جي عنوان سان هڪ مضمون ٢٨ مئي ١٩٧٥ع واري "ڊان" اخبار ۾ لکيو. جنهن ۾ لکيائين ته "هڪ سپاهيءَ جي حيثيت سان شهيد هوشو شيدي جي بهادري ۽ سورهيائپ منهنجي دل ۾ هڪ خواهش کي جنم ڏنو ته اها جڳهه وڃي ڏسان جتي هوشو شهيد قومي آزادي ۽ انصاف لاءِ وڙهندي ڪنڌ ڪيائين پر جهڪايائين نه، ۽ ان مقدس ڌرتيءَ تي عقيدت جي گلن جي ورکا ڪريان جنهن هوشوءَ جهڙي بهادر انسان کي جنم ڏنو ۽ جتي ئي دفن آهي....! پر حيدرآباد قلعي تي پهچي ڏک ٿيو ته هتي هوشو شهيد جي قبر جو ڪوبه نشان موجود ناهي-!!" هڪ ڌارئي ماڻهو کي هوشوءَ جي قبر جو ايترو فڪر، اونو ۽ گهٽي جيتري اسانکي به ناهي آخر ڇو؟

ساڳئي مضمون ۾ ڪيپٽن صاحب لکي ٿو ته: "هيءَ عجب جهڙي ڳالهه آهي ته انگريز لشڪر جا سمورا عملدار- نان ڪميشنڊ عملدار توڙي سپاهي جيڪي

جنگ ۾ مارجي ويا تن کي ميدان جنگ ۾ ئي پوريو
ويو ۽ سندن قبرن وچ ۾ هڪڙو ٿي يادگار ٺهرايو ويو
پر جيڪو انگريزن جو جاني دشمن هو، جنهن سموري
سنڌ ڌرتيءَ ۾ انگريزن خلاف زبردست جنگي جذبو پيدا
ڪيو هو، جنهن سنڌ جي پسگر دائي وارن پرڳڻن جي
مسلمان قبيلن ۾ جهاد جو روح ڦوڪيو هو،
جنهن سنڌ جي عياش، سست، ڪاهل ۽ آرامپسند
اميرن کي پنهنجي ڌرتي ماءُ جي آزاديءَ جي بچاءَ لاءِ
پنهنجو سڀڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو،
جنهن هڪڙي پڻيان ٻن لڙاين (مياڻي ۽ دبي) ۾ انگريز
فوجن کي گهڻي کان گهڻو نقصان پهچايو، اهو ئي شينهن
۽ بهادر انسان خود انگريزن هٿان مڪمل فوجي اعزاز
سان دفنايو ويو، ۽ کيس مڪمل فوجي سلامي ڏني
وئي ۽ سندس مزار تي هڪ توب پڻ نصب ڪئي وئي

## ڇا هوشو مصرجي ميدان جنگ تي به وڙهيو هو؟

"سنڌ جي فتح" نالي ڪتاب ۾ ته ايسٽائين به
لکيل آهي ته "جڏهن انگريز جنرلن ۽ فوجي ماهرن
مياڻي ۽ دبي واري جنگ جا نقشا ڏٺا تڏهن وائڙا ٿي
ويا ڇوته مصر جي فتح وقت (نيپولين بونا پارٽ جي
حملي دوران) مصر جو جنگي نقشو ۽ سنڌ جو جنگي
نقشو بلڪل هڪجهڙو هو، تڏهن انگريز جنرلن ۽ جنگي
ماهرن کي اچي فڪر ۽ ڳڻتي ورايو ته آخر اهو ڪهڙو

ماڻهو آهي، جيڪو مصر جي ميدان جنگ تي به آزادي
خاطر وڙهيو ۽ هتي سنڌ ۾ به وڙهي رهيو آهي. جڏهن
هوشو شهيد ٿيو، تڏهن انهن کي ان سوال جو جواب
مليو ۽ کين پڪ ٿي ته هي ماڻهو (هوشو) ئي هيو جنهن
اتان جو جنگي نقشو ڏاهيو هو.

روزانه جنگ ۾ هڪ محقق عبدالغفار شيخ صاحب ته
هوشوءَ لاءِ ائين لکيو آهي ته سنڌ جو هي عظيم جرنيل
هوش محمد شيدي براعظم آفريڪا جي هڪ ملڪ تنزانيه
جي شهر "زنجبار" ۾ پيدا ٿيو. محمد صديق مسافر شيديءَ
جي ڪتاب "آزادي ۽ غلاميءَ جا عبرتناڪ نظارا" جي
حوالي سان ڄاڻايو اٿائين ته سنڌ جي اڪثر شيدين جو
تعلق پڻ زنجبار (تنزانيه) سان آهي. اڳتي وڌي شيخ
صاحب لکي ٿو ته، "شهيد هوش محمد شيدي عظيم
فرانسيسي فاتح نيپولين بونا پارٽ جي فوج ۾ شامل ٿي
پنهنجي فوجي ڪيريئر جو آغاز ڪيو. جڏهن نيپولين
مصر جي سنسان صحرائن ۾ انگريز فوجن سان جنگ وڙهي
رهيو هو تڏهن هوش محمد شيدي پنهنجي قبيلي جي
ڪجهه ماڻهن سان گڏ ان فوج ۾ شامل ٿي وڙهيو.
اتي ئي هن فوجي مهارت ۽ هٿيارن هلائڻ جي سکيا
ورتي پر عمر گهٽ هئڻ ڪري نيپولين جي مشهور
توبچين جي لسٽ ۾ پنهنجو نالو ڳڻائي نه سگهيو.
جڏهن ۱۸۰۷ع ۾ نيپولين کي شڪست ملي تڏهن سڀئي
شيدي تجربيڪار ۽ ماهر پڻ حاڪمن وٽ هليا ويا ۽

پنهنجي مستقبل جي قسمت جي فيصلي جو انتظار ڪرڻ لڳا، ۽ اهڙي طرح هوش محمد شيدي به مسقط جي امير وٽ هليو آيو جتي ايندڙ حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳو پر ١٨١١ع ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر، مسقط جي امير کان ڪجهه توبون خريد ڪيون ۽ هوش محمد شيدي هڪ ماهر توبچيءَ جي حيثيت سان سنڌ ۾ آيو ۽ ٽالپرن جي دربار سان پنهنجي وفادارين کي منسوب ڪيو.

ڪتاب "سنڌ جي فتح" ۾ فاتح سنڌ چارلس نيپئر جو ڀاءُ وليم نيپئر لکي ٿو ته "هوش محمد شيدي حقيقت ۾ ته فرانسيسي سپهه سالار بونا پارٽ جي فوج جو سپاهي هو اتان مصر ۾ انگريزن جي خلاف جنگ ۾ وڙهيو ۽ فرانسيسين کان ئي هٿيارن هلائڻ جي مهارت ۾ ڄاڻ سکيو. جڏهن سنڌ جي حاڪمن مسقط جي اميرن کان توبون خريد ڪيون ته هوشو به هڪ ماهر جي حيثيت ۾ انهن توپن سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ سنڌ جي ڌرتيءَ کي هميشه لاءِ پنهنجو وطن بڻايو ۽ آخر ڪار سنڌ کي بچائيندي ئي پنهنجي عظيم زندگي قربان ڪئي."

ان مسئلي تي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ هڪ وڏو بحث ٻڌجي ويندو. ان مسئلي تي مون هڪ ڪتاب لکيو آهي جيڪو تقريبن مڪمل ٿي چڪو آهي. جنهن ۾ انهن مسئلن جي نشاندهي ۽ حل جي ڪوشش ڪئي اٿم ته هوشو سنڌ ۾ پيدا ٿيو يا تنزانيه ۾، مسئلو پيدائش جو به ٿي سگهي ٿو پر وڏو مسئلو آ وفاداريءَ جو. ڏسڻو

اهو آ ته هو سنڌ سان ڪيترو وفادار رهيو ، اڄ بہ
ڪيترائي سنڌي ڌارين جا دلال بڻجي سنڌ جو سودو
سستو سمجهي رهيا آهن- جيڪڏهن هوشو، سنڌ ۾ پيدا
نہ ٿيو ھہ سنڌ جي انهن ماڻهن کان وڌيڪ عظيم هو
جيڪي پيدا تہ سنڌ ۾ ٿيا پر سنڌ سان سچا ناهن ۽
هوشو ميدان جنگ ۾ بہ سر ڏيڻ پر سنڌ نہ ڏيڻ جو
اعلان ٿو ڪري، جيڪو نعرو سنڌ سان سندس عشق
جو وڏو ثبوت آهي.

هوشو شهيد نہ رڳو سنڌ جي آزاديءَ جو بچاءُ
ڪيو پر لڳي ٿو تہ دنيا ۾ جتي بہ قومي آزاديءَ کي خطرو
محسوس ٿيو هو، هوشو اتي وڃي وڙهيو آهي، هن ويهين
صديءَ ۾ ”چي گويرا“ هڪ اهڙو ديو مالائي ڪردار
آهي جيڪو دنيا جي غلام قومن ۽ غلام ملڪن جي آزادي
لاءِ پنهنجي ڌرتيءَ کان ٻاهر بہ وڃي وڙهيو آهي- پرچي
گويرا کان بہ هڪ صدي اڳ سنڌ ڌرتيءَ جو هيءُ عظيم
جوڌو هوشو شيدي هو جيڪو غلام قومن جي
آزاديءَ لاءِ پنهنجي ڌرتيءَ کان ٻاهر وڃي وڙهيو آهي.
۽ اهو ڪتاب يعني ”سنڌ جي فتح“ سنڌي ادبي بورڊ وارن
ترجمو ڪرايو هو پر اڄ تائين قلمي صورت ۾ ڪنهن الماڙي
۾ اڌوهيءَ جي آسري تي تي آخري پساهن ۾ آهي، ان
ڪري نہ ٿو ڇپايو وڃي تہ ان ۾ وقت جي حاڪمن
(ٽالپرن) خلاف سچيون حقيقتون لکيل آهن- آخر اهو
ڪهڙو انصاف آهي تہ جيڪو سچ انگريزي جي صورت

۾ ڇپيل هجي اهو سنڌي جي صورت ۾ نه اچي. وقت جي ضرورت آهي اهو انگريزي وارو سچ سنڌيءَ ۾ به ظاهر ٿيڻ کپي.

## جنرل هوشو شهيد جي قبر ڪٿي آهي؟

هن اهم تاريخي مسئلي جي ابتدا ۽ شروعات به ڪئپٽن معين الدين واري "ڊان اخبار" ۾ لکيل مضمون ۾ ٿي، انکانپوءِ "عبرت اخبار" ۾ آچر ١٢ جنوري ٦٩ع ۾ سنڌ جي ناميازي محقق ۽ تاريخدان پير علي محمد راشدي "رند ۽ پنڌ" نالي ڪالم ۾ ان سوال کي اٿاريو ته هوشو شهيد جي قبر ڪٿي آهي....؟؟ پير صاحب لکيو ته "جيستائين منهنجي مطالعي جو تعلق آهي ته حيدرآباد واري قبر هوش محمد شهيد جي نه، پر ٽالپرن جي هڪ توبچيءَ جي تربت آهي، جنهن جي نالي جي خبر نه آهي....!!" مسٽر ايچ ٽي ليمبرڪ جي هڪ مقالي جو حوالو ڏيندي (جيڪو ايچ ٽي ليمبرڪ ٢٤ فيبروري ١٩٣٤ع تي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي سوسائٽي آڏو پڙهيو) پير صاحب لکيو ته "شير سنڌ، مير شير محمد خان ٽالپر جي هڪ ٻئي سپاهي کي، جيڪو توب انداز هو، هي اعزاز ميسر ٿيو ته اهو ٻئي ڀيريون (Unknown, worrior) نامعلوم جوڌو شمار ٿئي، ڏو سر چارلس نيپئر جي حڪم سان ان سپاهي جو لاش ميدان جنگ مان ڪٿي آڻي حيدرآباد جي قلعي ۾ دفن ڪيو ويو

۽ سندس قبر تي هي ڪتبو لڳايو ويو ته:

”هي آخري آرامگاه ميرن جي هڪ اهڙي بهادر سپاهيءَ جي آهي جيڪو حيدرآباد واري جنگ ۾ ڏاڍي بي جگري ۽ بهادري سان وڙهيو.“

پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سنڌ جي هڪ ٻئي دانشور ۽ محقق ڊاڪٽر غلام علي الانا راشدي صاحب جي ان راءِ سان اختلاف ڪندي ڪيپٽن معين الدين جي راءِ سان اتفاق ڪندي ظاهر ڪيو ته ”شهيد هوشو شيدي جي قبر قلعي ۾ اندر آهي.“ هاڻ ڳوٺ باغ، پار ڦليلي جي ويجهو هڪ ٻڍڙي ”جيڻي ٻٽي“ سان ٿيل ملاقات جو ذڪر ڪندي ڄاڻائي ٿو ته ”ان ٻڍڙي جيڻي ٻٽي جي چوڻ موجب ته هوشوءَ جي قبر پڪي قلعي ۾ آهي، جنهن کي انگريزن ڏاڍي شان شوڪت سان دفن ڪرايو هو، (يعني مڪمل فوجي اعزاز ۽ سلاميءَ سان)، هن ٻڌايو ته سندس پونيرن مان اڃان تائين محبوب شيدي (رهنڌڙ جيڻي شاهه)، حاجي لکانو شيدي ۽ حاجي عثمان شيدي. هوشوءَ جي خاندان منجهان آهن.“

اڳتي هلي ڊاڪٽر الانا صاحب لکي ٿو ته ”هوشوءَ کان سواءِ ٻيو ڪير هو جيڪو انگريزن خلاف ايڏي بي جگري ۽ بهادريءَ سان وڙهيو، اهو بيان ٻئي ڪهڙي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته سر چارلس نيپئر ان نامعلوم جوڌي جي لاش کي قلعي ۾ ڪٿي اچي دفن ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جيستائين مسٽر ليمبرڪ جي انهيءَ دعويٰ

جو دليل ڏئو ملي ٿو سگهجي تہ ٽوپاهہ هاڪاريءَ تہ ڪيپٽن معين الدين حي راهہ وزندار پئي معلوم ٿئي، هيءَ ڳالهہ سوچڻ جوڳي آهي تہ جنهن شخص (هوشو شهيد) جي بهادريءَ جي خود چارلس نيپئر ايڏي تعريف ۽ ساراهہ ڪئي هجي. ”تنهن کي قلعي ۾ دفن ڪرڻ جو اعزاز ڇونہ بخشيو هوندائون.“

آخرڪار بغير ڪنهن نتيجي تائين پهچڻ جي ۽ حقيقتن کي ڳولهي لهڻ جي پير علي محمد شاهہ راشدي هي لفظ چئي بحث کي پڄاڻيءَ تائين پهچايو تہ:

”هوش محمد جي قبر صوبدار واهہ تي ٺهرائين يا قلعي واري قبر تي پوڄا پاٺ ڪن، منهنجو ان سان ڪوبہ واسطو ناهي، سون اڳتي هوشوءَ بابت ڪجهہ بہ لکڻ کان بس ڪئي.......!!“ ۽ اهو بحث اتي ئي وڃي ختم ٿيو—

پر اڄ وري ساڳئي دفن ٿيل مسئلي کي پيهر جياريو ويو آهي، اها هڪ حقيقت آهي تہ انگريز بهادرن جو قدر ڪندا هئا پر بنيادي طرح انگريز پاڻ بزدل، ڊڄڻا ۽ ڀاڙيا هئا، اسين ڇوٿا تہ انگريزن اسان کي علم جي ميدان ۾ سنڌي ٻوليءَ کي چنڊي ڦوڪي صاف ۽ خوبصورت بڻائي ڏنو ۽ لطيف جي شاعريءَ کي موجوده روپ ۾ سجائي ۽ سينگاري ڏنو، پر ٻئي طرف انگريز ايترو تہ بزدل ۽ ڊڄڻا هئا جو هنن هيمون ڪالاڻي، هوشو شيدي ۽ پير صبغت الله شاهہ ”سورهيہ بادشاهہ“ جي سدا زندہ لاشن کي سنڌي ماڻهن جي حوالي ڪرڻ

بجاءِ انهن کي ننڍڙڪو سمجهي الائي ڪهڙي ماڳ تي موڪلي ڇڏيو. الائي ڪهڙي حالت ۾ دفنايو، دفنايو به يا نه.....!!؟ شايد ڪين ڄڀ هـو ته مٿان لاش ڏسڻ ڪان پوءِ وڏيڪ جوش ۾ اچي هو وڏيڪ وڙهن —

پر اڄ به ماڳهين مسئلي تي سينڌي تاريخدانن ۽ دانشورن کي حيرت آهي تـه آخر هوشو شهيد جـي قبر ڪٿي آهي؟ ڇو تـه جيڪي قومون پنهنجي تاريخ جـو بچاءُ نٿيون ڪن، انهن قومن جو تاريخ به بچاءُ نٿي ڪري، تاريخ ۾ اهي قومون زنده رهن ٿيون، جيڪي پنهنجي تاريخ جو رت جي ريج سان آبياري ڪن ٿيون پر جيڪي قومون پنهنجي هٿن سان پنهنجي تاريخ کي تباهه ۽ برباد ٿيون ڪن، اهي به تاريخ جي هٿان تباهه ۽ برباد ٿي وڃن ٿيون.

مان به ڪيپٽن معين‌الدين جي هن راءِ سان متفق آهيان ته هوشوءَ جي قبر حيدرآباد واري پڪي قلعي ۾ آهي، ڇو ته جيڪو ماڻهو هڪ جرنيل جي بهادريءَ جو داستان پڌي ان جي قبر مٿان گلن جي ورکا ڪرڻ لاءِ ٿو اچي ۽ اچي هوشوءَ جـي قبر جي ڳولا تـو ڪري. اها ماڻهو انهن ماڻهن کان وڏيڪ سچي راهه ڏئي ٿو سگهي. جيڪي پنهنجي گهر جي ڪنهن ايئر ڪنڊيشنڊ ڊرائنگ روم ۾ ويهي هوشوءَ جي قبر ڳولڻ جي ڪوشش ٿا ڪن، لطيف جي چـوائي تـه: ”رندن مٿان رت هار ته پسڻ هوت کي.... !!“ تـاريخ هڪ اهڙو حساس شعبو آهي، جنهن کي گهر ۾ ويهي نه ته

ڏاهي ٿو سگهجي ۽ نه ئي ڏاهي ٿي سگهجي، نادان دوستن کان دانا دشمن بهتر آهن. گورنمينٽ انسٽيٽيوٽ ۾ ملهايل ”سنڌ جي مشهور شخصيتن“ بابت سيمينار ۾ مون جڏهن هوشوءَ جي قبر بابت ڪيپٽن صاحب جي راءِ کي سچ ثابت ڪيو ته ڊاڪٽر جي ايم مهڪري صاحب چيو ته توکي خبر آهي ته ”هوشوءَ جي قبر کي انگريزن آخر ۾ ڊائنا مائيٽ سان تباهه ڪيو هو-“ مون چيو ”نه تاريخ ۾ ته اهڙي ڪنهن به قسم جي شهادت موجود ناهي.“ چيائين ته: ”پوءِ توکي ڪابه خبر ناهي....!!“ سوچڻ جي ڳالهه هيءَ آهي ته جنهن بهادر انسان جي لاش کي انگريز مڪمل فوجي اعزاز ۽ سلاميءَ سان دفن ڪرائي ڪن، ان جي قبر کي بم سان اڏائڻ جا معنيٰ ٿي رکي. پر تاريخ ۾ اهڙي ڪابه شاهدي موجود ناهي.

ڪيپٽن صاحب لکي ٿو ته: ”هڪ ڪاري هيرو کي دفنايو ٿي ويو، اهو هيرو جيڪو ڀاڻ انگريز نه هو، پر انگريزن جو خطرناڪ دشمن هو. جنهن هڪ شينهن جيان انگريز دشمنن جي فوجي صفن ۾ ڏاڪوڙو وجهي انهن جي جنگي ارادن کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. جيڪو هڪ وڏو بهادر ۽ جنگي ماهر هو. جنگ کان پوءِ انگريزن ان عظيم ۽ بهادر سنڌي جرنيل جو لاش حيدرآباد واري پڪي قلعي ۾ مڪمل فوجي اعزاز ۽ احترام سان دفنايو، اهو ڪارو هيرو ”هوش محمد شيدي“ هو.

## لاهور وارو قلعو ۽ حيدرآباد وارو قلعو ؛

لاهور واري تاريخي شاهي قلعي کي ڏسڻ کان پوءِ
جڏهن حيدرآباد واري قلعي کي ڏٺو ٿو وڃي ته ڏک
۽ افسوس ٿو ٿئي، لاهور جي قلعي جا فاتح به انگريز
هئا ته حيدرآباد واري قلعي جا فاتح به انگريز..... پر ٻنهي
۾ بنيادي فرق هي آهي ته لاهور جو قلعو انگريزن سک
حڪمران راجا رنجيت سنگهه کان فتح ڪيو، جيڪي
مذهبي لحاظ کان مسلمان نه پر سک هئا، ۽ حيدرآباد
وارو قلعو انگريزن ميرن ٽالپرن کان فتح ڪيو جيڪي
مسلمان هئا. پر ورهاڱي کان پوءِ به سچائيءَ کي وري
به ڪوڙ جي چادر ڍڪائي لڪايو ويو. لاهور جي
قلعي جو تحفظ ۽ بچاءُ ته ڪيو ويو جيڪو سکن جي
تاريخ بڻيل هو پر حيدرآباد واري تاريخي قلعي تي ڪوبه
ڌيان ڪونه ڏنو ويو جيڪو حقيقت ۾ مسلمانن جي
تاريخ هو. حيدرآباد جي قلعي طرف ڌيان نه ڏيڻ واري
ڪارڻ سنڌي ماڻهن ۾ ان سوچ کي جنم ڏنو ته لاهور
واري تاريخي قلعي جو ان ڪري بچاءُ ڪيو ٿو وڃي
جو ته اها پنجاب جي تاريخ آهي ۽ حيدرآباد واري
تاريخي قلعي کي ان ڪري چالي واٽي تباهه ڪرايو
پيو وڃي، جو ته اها سنڌ جي تاريخ آهي. شعوري توڙي
لا شعوري طور سوچ جي اهڙي لاڙي حقيقت جو روپ
ڌريو آهي. ٿيڻ ته ائين کپي ته حيدرآباد واري قلعي

۾ رهندڙ آبادي کي سرڪار پنهنجي خرچ ۾ڪي تي ڪو پيو بندوبست ڪري ڏني ۽ قلعي اندر هوشوءَ جي قبر کي بحال ڪيو ويو. ۽ ان ئي جڳهه تي هيٺ قلعي ۾ هڪ عاليشان هوشو يادگار ٺاهيائين — ان کي آزاديءَ جو مرڪز بڻايو ويو. ڇو ته هوشو انگريزن خلاف آزاديءَ جي ويڙهه وڙهيو هو.

## جنرل هوشو شهيد جي بهادري:

حقيقت ۾ بهادري ۽ سورهياڻپ اها آهي جنهن کي دشمن به تسليم ڪري، جيڪو پنهنجي دشمن جي بهادري جي مڃتا ڪري اهو به پنهنجي جاءِ تي بهادر آهي. ڇو ته جهڙي نموني سچ ڳالهائڻ بهادري آهي، تهڙي نموني سچ کي مڃڻ به بهادري آهي. انگريز فاتح سرچارلس نيپئر جو ڀاءُ وليم نيپئر جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي ڪيل فتحن ۽ جنگين جو احوال قلمبند ڪندو ويو هو تنهن لکيو ته:

”هن بهادر شخص (هوشو شيدي) جنگ جي فني مهارت جو اهڙو بهترين مظاهرو ڪيو جيڪو هڪ يورپي جرنيل کي ئي سونهين ٿو، هو پنهنجن ٻين شيدي ڀائرن سان ائين ميدان جنگ ۾ ويٺو رهيو جيئن ڪو اڏول پهاڙ، جنگ ۾ سڀني کان اڳرو رهيو. آخر تائين جڏهن فتحياب نه ٿيو، ۽ دم به اهڙي حالت ۾ ڏنائين جو تلوار سندس هٿ ۾ انتهائي مضبوطيءَ سان هڪڙيل

هٿي ۽ هڪڙو قدم به پٺتي نه هٽيو، مرڻ کان پوءِ
پٺتي نه هٽيو، مرڻ کان پوءِ به ڪنهن انگريز کي
سندس ويجهو وڃڻ جي جرئت ڪانه ٿي ٿي ڇو ته
مرڻ کان پوءِ به پنهنجي هٿ مان تلوار کي ڪرڻ
نه ڏنو هئائين.“

وڌيڪ لکي ٿو ته: ”مياڻي وانگر دبيءَ ۾ اهو
ساڳيو ئي حبش جو پانهو ”هوشو“ محمد (هوش محمد)
شيدي جنگ کي ڪنيو بيٺو هو، سندس بهادريءَ جي جيتري
ساراهه ڪجي ٿوري آهي، هڪ اعليٰ دل، دماغ ۽
صلاحيتن جو مالڪ هو. هن بهادر انسان دبي واريءَ
جنگ ۾ به هڪ بهادرانه ۽ دليرانه شان شوڪت سان
وڙهندي ٢٢- ريجمينٽ جي سنگينن هيٺان پنهنجو سر
ڏنو___!!“

شهيد هوشو شيديءَ چاتو ٿي ته ”شڪست“ يا ”هار“
عارضي هوندي آهي ۽ غداري دائمي....!! هن چاتو ٿي
ته شڪست جي عمر زندگيءَ جيتري ٿوري هوندي
آهي پر غداريءَ جو لعنتائو موت جي عرصي جيڏو وڏو
۽ وسيع هوندو آهي. تنهن ڪري هر بهادر کي کپي
ته هو غلاميءَ جي زندگيءَ کي آزاديءَ جي موت ۾
بدلائي ڇڏي ڇو ته شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي
گدڙ جي هزارين ورهن جي زندگيءَ کان بهتر آهي.
اڄ سنڌ جي تاريخ ۾ غدار حاڪمن جو ذڪر موجود
هوندي به ماڻهن جي دلين مان تڙيل آهن، پر ڌرتيءَ

سان وفادار غلام ۽ اڄ ماڻهن لاءِ عزت ۽ احترام جي حد تائين پوڄا جي لائق آهن. هوشو شهيد غلام ضرور هو پر هو آزاديءَ جي راهن تي غلام ماڻهن، قومن ۽ مالڪن جو رهبر هو، آزاديءَ جو سمبل هو.

ايچ ٽي ليمبرڪ لکيو، "هوش محمد قمبراڻي ۽ هن جا پيا ساڻي جيڪي مير صوبدار جا نوڪر هئا، اتي ئي وڙهندي شهيد ٿيا پر پنهنجي ڌرتيءَ جو ڏڪ انچ به دشمن جي حوالي نه ڪيائون__"

ان دور ۾ ڪوبه ڏيهي اديب ۽ شاعر موجود نه هو، جيڪو حقيقت پسندانه ۽ سچائي واري جذبي سان قلم کڻي سچائي واري تاريخ لکي، فاتحن جا ٻاڙيتا ۽ درباري تاريخدان ته ڪوڙ هئا، جن جي قلم ڪنهن وحشي ۽ خوني فاتح جي تلوار جي ڏاهيل رستي پٺيان پنهنجو سفر شروع ڪيو، پر ان دوَر ۾ به ڪي باضمير ماڻهو هئا، جن پنهنجي قلم کي تلوار جي ڳهيل رستي تي هلائڻ بجاءِ ڌرتيءَ جي آزاديءَ لاءِ مرندڙ شهيد جي رت جي رندن پٺيان هلايو، ان ۾ هڪ ڳوڙهاڙو شاعر عليءَ نالي هو جنهن لکيو ته:

هوشوءَ پنهنجي جان آزاديءَ جي راهن تي
قربان ڪئي، هو پنهنجي جان پنهنجي خوشي
۽ چاهه سان ڏني ويو، هو سوين سورهه
۽ سرويچ ماڻهن سان، هڪ سرويچ وانگر
وڙهيو، وڙهندو رهيو، ۽ هڪ بهادر وانگر

مري ويو—

هڪ ٻئي نامعلوم شاعر ان هڪ هنڌ لکيو:

"هلي هوشو آئيو، ڪري ڪمبرائي ڪاهه،
اينڊي ٻه ارن ۾، گهوٽ وڃايا گهاءَ،
ڦلوٻان ڪڙو ڪيو، شيديءَ پنهنجو ساهه،
سؤ لشڪر سان شيدي ماريو- ميار مٿس ناهه،

## جنرل هوشوءَ جي شهادت:

آخرڪار سنڌ جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ هي عظيم سورهيه، سرويچ ۽ بهادر انسان، جنرل هوش محمد شيدي ۲۴- مارچ ۱۸۴۳ع تي دٻيءَ واري جنگ ۾ انگريز سامراج سان وڙهندي شهيد ٿيو. شهادت وقت سندس زبان تي، دشمن جي بندوقن جي ڌن تي "مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون" وارو گيت گونجي رهيو هو.

ڪيپٽن معين الدين لکي ٿو ته: "جڏهن هن عظيم ڪاري هيرو کي سندس آخري آرامگاهه ۾ دفنائڻ واري رسم پوري ٿي ته فوجي پلٽڻون واپس موٽڻ لڳيون، تڏهن هڪ انگريز جرنيل کي هي انگريزي گيت جهونگاريندي ٻڌو ويو ته:

جيڪو دشمن، ڪان بي خوف ٿي،
موت جي اکين ۾ اکيون وجهي،
پنهنجي ڌرتيءَ جي آزادي خاطر،

دشمن جي سامهون ٿئي،
پنهنجي اهڙي دشمن کي مارڻ مهل،
ان آڏو ادب سان نوڙي،
جهڪي سلام ڪريو....!!"

ڪئپٽن صاحب اڳتي وڌي لکي ٿو ته: "افسوس جا هيئن اسان پنهنجن شهيدن جي باقيات جي عزت ڪندا آهيون، جا هيئن اسان سندن ياد کي جيئرو رکندا آهيون، هيءُ (هوشو) محب وطن ۽ عظيم انسان جنهن پنهنجو سر، سچ، غيرت، آزادي ۽ خودمختياري خاطر صدقي ڪيو، سو هتي ائين وسريو پيو آهي، جو سندس قبر جو سندس ني ڌرتيءَ تي ڪو نشان موجود ناهي. اي لالچ تون ماڻهن کان سندن عقل ڦري ورتو آهي، ڪين ڪانئر ۽ ذاڙيل بڻائي ڇڏيو آهي."

وليم نيپئر شهيد هوشوءَ بابت لکيو آهي ته: "هوشو شيدي نهايت ئي منظم طريقي سان جنگ ڪري رهيو هو ۽ هو جنگ جي فن ۽ مهارت ۾ ڪنهن به انگريز جرنيل کان گهٽ نه هو. هن (دبي جي) جنگ ۾، هوشو هڪ عظيم توپچيءَ جو ڪردار ادا ڪيو." ميجر جيڪب جي چوڻ مطابق ته: "مان سترنهن جنگين ۾ وڙهيو آهيان پر مون هوشو شيديءَ جهڙو بهادر، بيباڪ ۽ سرڪش جرنيل ڪٿي به نه ڏٺو."

رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب نئين مصر جا پراڻا ورق

۾ انگريزن جي چالاڪي ۽ سياسي حرفت بابت لکيو آهي
ته: "ميرن کي شڪست جو وڏو سبب هي هو ته
انگريزن رشوت ڏئي ميرن جي توبچين کي پنهنجو حامي
۽ طرفدار بڻائي ڇڏيو هو. انهن جنگ جي ميدان ۾
توبن جا منهن مٿي ڪري گولا ڇوڙيا ۽ پيو ته فوج
جا سردار عين جنگ جي وقت ميدان ڇڏي پيرن تي
زور رکي ڀڄي ويا." مشهور سنڌي تاريخدان مولائي
شيدائي لکيو ته: "سنڌي ساڻهن ۾ پنهنجي عظيم جنم
ڀومي سنڌ لاءِ ايتري ته محبت ۽ سڪ هئي جو جنگ
جي پٺي ڏينهن ڏهه هزار لشڪر ميدان جنگ ۾ آيو ۽
ڏهه هزار لشڪر وڏيڪ پر وارن ڳوٺن ۾ موجود رهيو
پر ميرن انهن جي ڪنهن به قسم جي رهنمائي ۽ اڳوائي
نه ڪئي جنهن ڪري اهي مايوس ٿي واپس موٽي ويا."
ايڏين سازشن ۽ ويساگهاتين کان پوءِ انگريز ايڏو
ڊنل هئا جو ڪنهن سنڌي سپاهيءَ جي لاش پرسان به
گذرندي ڏڪيا ٿي، ۽ ان صورتحال ۾ به ديس جي
ميدان جنگ ۾ عظيم سنڌي جرنل هوشو شيديءَ جي
اها للڪار پڌجي ٿي ته "مرويسون مرويسون پر سنڌ
نه ڏيسون." ديس سان محبت جو جذبو ايڏو ته عظيم
آهي جو بندوقن جي گهري ۾ ۽ گولين جي گونج ۾
به وطن نه ڏين جو وچن آهي. شايد ميدان جنگ تي
هوشوءَ جو اهو نعرو ڪنهن انگريز سپاهي پوسٽنس جي
ڪن تائين پهتو جنهن لکيو ته: "هو (سنڌي) ائين

وڙهي رهيا هئا جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي اهڙي شيءِ
لاءِ وڙهندو آهي جيڪا شيءِ کين پنهنجيءَ زندگيءَ
کان به وڌيڪ پياري هجي." شهيد هوشوءَ جو نعرو
اڄ به سنڌ جي نوجوانن جي دلين جي ڌڙڪن آهي،
هوشوءَ جي زبان تي آزاديءَ جو رقص ڪندڙ نعرو
اڄ سنڌي نوجوانن جي زبان جو آواز بڻيل آهي ته:
مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون.



# شهيد هيمون ڪالاڻي

اها زندگي جنهنجو ڪوبہ ڪارج يا مقصد ڪونهي، سا زندگي موت کان بہ وڌيڪ بدترين ۽ ڀيانڪ آهي. جيڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ موت، زندگيءَ جي انتها آهي، اهي حقيقت ۾ زندگي ۽ موت جي فلسفي کي سمجهي ئي ناهن سگهيا. جيستائين ڪو ماڻهو موت جي سچائين، حقيقتن ۽ گهراين کان واقف نٿو ٿئي تيستائين زندگيءَ جي سچائين ۽ حقيقتن کي پرکڻ ۾ پروڙڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

بزدلي ۽ ڀاڙيائپ جي ڍُو ورهن جي زندگيءَ کان بهادري ۽ همت جي هڪ گهڙي ۽ لمحي واري زندگي بہ وڌيڪ بهتر آهي. ضمير جو موت، جسماني موت کان وڌيڪ بدترين موت آهي. دنيا ۾ هڪڙا ماڻهو اهڙا هوندا آهن جيڪي صرف ۽ صرف زندگيءَ لاءِ ئي جيئندا ۽ مرندا آهن ۽ ٻيا اهڙا هوندا آهن جن لاءِ زندگي بہ موت کان وڌيڪ ايذائيندڙ عذاب هوندي آهي. جيڪي ماڻهو سچ ۽ سچائيءَ ڪارڻ مرندا آهن اهي تاريخ جو هڪ نہ وسرندڙ باب بڻجي ويندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو ڪوڙ ۽ ڪچ جي ٻونواري ڪندي مرندا آهن، اهي مرڻ بعد هميشه لاءِ ختم ٿي ويندا آهن. تاريخ

۽ انهن جو ڪوبہ نالو نشان باقي ناهي رهندو.

هڪڙا ماڻهو قلم جي نوڪ ذريعي لفظي تاريخ لکندا آهن تہ ٻيا ماڻهو پنهنجي لال لهوءَ جي ريتن رت ڦڙن سان ڌرتيءَ جي آزاديءَ جي تاريخ لکي شهيدن جي صف ۾ پنهنجو امر نالو لکائي ويندا آهن. اهڙن مانجهي مڙدن، سورهيہ سرويچن مان هيمون ڪالاڻي بہ هڪ هو.

هيمون ڪالاڻي، مذهبي طور هوندي تہ هندو هو، پر سنڌس جيون جي وڏي ڪان وڏي تاريخي سچائي اها آهي جو هو ڪنهن ڪفر ۽ اسلام جي جنگ ۾ نہ، پر پنهنجي ڌرتي ماتا سون ورني سنڌڙي جي سينڌ سنوارينڌي سنڌس آزاديءَ خاطر شهيد ٿيو. هو هڪ اهڙو اڻلِ ۽ اڏول سنڌي جوڌو هو جنهن وحشي انگريز سامراج جي خوني چنبن مان سنڌ کي آزاد ڪرائڻ چاهيو.

هيمون ڪالاڻي مسلمان نہ هئي، پر ڪنهن اهڙي جرنيل کان هزارين ڀيرا وڌيڪ بهتر هو، جنهن پنهنجي تلوار ذريعي پنهنجي ئي ڌرتي ۽ ديس واسين کي فتح ڪيو هجي، جنهن پنهنجي ئي وحشي گهوڙن جي سنبن سان ڪنهن مظلوم ڌرتي کي چيريو ڦاڙيو ۽ ڪيڙيو هجي، يا انسانن جي ڪنهن بہ ڌوهي جٿي کي پنهنجي ذاتي خواهشن جو غلام بڻايو هجي، يا اسلام جي آڙ ۾ ڪنهن جي مظلوم نياڻين جون اجهون لٽيون هجن.

هيمون ڪالاڻي هندو ضرور هو پر اهڙين سڀني غلطين کان پاڪ هو.

هيمون ڪالاڻي هڪ اهڙو عظيم انسان هو جيڪو
اڄ به ڪنهن ڪلهه وانگر، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي
دلين جو ڏڙڪو ۽ قومي آزاديءَ جي جنگ جو هيرو
هو. مسلمان توڙي هندو سنڌين لاءِ ساڳي عزت ۽
احترام لائق هو ۽ آهي. سنڌ جا تقريباً سڀ طبقا اڄ
به آزاديءَ خاطر هيمونءَ جي قربانيءَ کي محبت ۽
عقيدت واري نگاهه سان ڏسن ٿا. سنڌ جي ڌرتي اڄ به
دين ڌرم جي دوکي کي نفرت جي نگاهه سان ڏسي ٿي.
سنڌ ۾ اڄ به پيار ۽ محبت جو مقام مذهبن کان مٿانهون
آهي. سچل سرمست جي ان درس تي اڄ به سنڌ واسي
عقيدو ۽ يقين ٿا رکن ته: "مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو
منجهايا،" محبت، سنڌ ۾ اڄ به عالمي فاتح قوت جي
حيثيت ۾ نروار آهي، ۽ اها ئي محبت سنڌ ۾ مذهبن
کان مٿانهون درجو ماڻي چڪي آهي.

ماضي ۾ واقعي سنڌ اندر مذهبي ٽڪراءَ ۾ ڪٽرپڻي
سنڌين کي هڪ ٻئي کان ڇني ڌار ڪيو، نفرتن جو
ٻج ڇٽيو ويو ۽ دلين آڏو مذهبي ديوارون ڪڙيون
ڪري، دلين اندر ڊپ، خوف ۽ نفرت کي اڀاريو ويو
نتيجي ۾ ايڪي ٻڌي ۽ ڀائيچاري کي ايترو ته سخت
ڇيهو رسيو جنهن جو ازالو اڄ تائين ٿي ناهي سگهيو
پر اڄ هرهڪ باشعور ۽ هوشمند سنڌي سمجهي ٿو ته
"سنڌين کي هاڻي رڳو سنڌيت ۽ محبت جي ناتي ۾
ٻڌي رکي سگهجي ٿو. پر مذهب ۽ ملڪ جي ناتي

۽ نہ.... .... اھا ئي قوم پرستيءَ جي عظيم فتح آھي."
شايد اھو ئي سبب آھي جو اڄ سنڌ جي تاريخ ٺوڙي
سنڌين جي دلين ۾ راجا ڏاھر، ھيمون ڪالاڻي، روپلي
ڪولھي ۽ اشوڪ ڪمار شھيد جي بہ ايتري ئي عزت
آھي جيتري شاھہ عنايت شھيد، مخدوم بلاول، ھوشو
شيدي يا رزاق سومري جي.........!!"

شھيد ھيمون ڪالاڻي ١١- مارچ ١٩٢٤ع تي پراڻي
سکر ۾ ڄائو سندس ڄمڻ‌يءَ جو نالو تہ راھي ھيمن رکيو
ويو، پر اڪيلي پٽ ھئڻ ڪري پيءُ ماءُ طرفان سندس
لاڏڪوڏ وارو نالو "ھيمون" پئجي ويو. پراڻي سکر
۾ ئي پليو نپنو ۽ وڏو ٿيو. سندس پيءُ جو نالو پيسو مل
ھو جيڪو سکر ۾ ٺيڪيداري ڪندو ھو جيڪو بعد
۾ فوت ٿي ويو باقي سندس ماءُ اڄ بہ ھندستان ۾ زنده
آھي. گذريل سال ڊسمبر ۾ ھندستان ۾ ملھائجندڙ سنڌي
سميلن ۾ ھيمون ڪالاڻيءَ جي ورسيءَ تي تقرير بہ ڪئي
ھنائين. ۽ اڄ سوڏو پنھنجي نوجوان پٽ ھيمونءَ جي
قاسيءَ جو تصور پنھنجي پوڙھين اکين ۾ سانڍي، پنھنجي
ڌرتيءَ کان دور، وطن ھوندي جلاوطنيءَ جو جيون
گھاري رھي آھي. سوچيو اھڙيءَ ماءُ تي جنھن جو
گڀرو پٽ سنڌ جي آزاديءَ جي جنگ وڙھندي ڦاھيءَ
چاڙھيو ويو ھجي پر ان شھيد جي ماءُ ھندستان سرڪار
جي رحم ڪرم ۽ وظيفي تي جلاوطن زندگي گھاري
رھي ھجي، ۽ سوچيو اھڙي شھيد بابت جيڪو ڦاسيءَ

تي سنڌ لاءِ چڙهيو ۽ سنڌ ۾ سنڌس ورسي ملهائڻ تي
به بندش آهي. ڪيڏو نه ظلم ۽ نا انصافي آهي. هن
ملڪ ۾ پنجاب جي راجا رنجيت سنگهه جي ورسي ملهائڻ
تي بندش ڪانهي ۽ سنڌ جي راجا ڏاهر جي ورسي تہ
ڇا ۽ ڪنهن ڪتاب ۾ نالو لکڻ تي به منع آهي.
غلامن ۽ حاڪمن ۾ ايترو ئي فرق آهي.

هيمون ڪالاڻي شروعاتي پرائمري تعليم پراڻي سکر
جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪئي، ان بعد تلڪ
ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ داخل
ڪرايو ويو. تلڪ اسڪول هڪمانيا تلڪ مهاراج جي
نالي پٺيان قائم ٿيل هو ۽ ورهاڱي کان پوءِ جڏهن
هن ملڪ ۾ اسلامائيزيشن جي عمل زور ورتو ۽ ڪافر
شهرن کي مسلمان بڻائڻ جو رواج وڌڻ بعد جيئن سيتا
روڊ کي ڪافر مان مسلمان بڻائي رحماني نگر ڪيو
ويو تيئن تلڪ ميونسپل هاءِ اسڪول کي به مسلمان
بڻائي، سندس اسلامي نالو سرڪاري هاءِ اسڪول
رکيو ويو.

هيمون ڪالاڻيءَ جي شروعاتي انقلابي زندگي بابت
ڪابه پڪي شاهدي ڪانه ٿي ملي. جڳ مشهور دانشور
پير علي محمد راشدي پنهنجي مشهور ڪتاب اهي ڏينهن
اهي شينهن جلد پهرئين ۾ لکي ٿو ته: ”نوجوان هو،
اڃان تعليم به پوري ڪانه ڪئي هئائين پراڻي سکر جي
ڪالاڻي ڪٽنب مان هو، ظاهري طرح سياست سان

ڪوبہ واسطو ڪونہ هوس. توڙي جو آءٌ ورهين جا ورهہ سکر ۾ رهي چڪو هوس پر سندس نالو ڪڏهن بہ منهنجي ڪن تي نہ پيو، معلوم ٿئي ٿو تہ اندر ئي اندر ۾ پئي سڙيو ۽ ٻريو.....!"

پر ڪن حقيقتن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هيمون ڪالاڻي آزادي پسند انقلابي خيالن جو هو. هن شروع واري انقلابي زندگي، پنهنجي چاچي محترم منگهارام ڪالاڻي طرفان کيل "سوراج سينا منڊل" ۾ عملي طرح هڪ متحرڪ ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان ڪم ڪيو. جيڪا انگريزن خلاف آزاديءَ واري هلچل هلائڻ لاءِ عملي طرح جدوجهد لاءِ سرگرم هئي. هيمون ڪالاڻي انگريزن کي هندستان مان ڪيڻ لاءِ اهنسا بجاءِ هنسا يا تشدد جو حامي هو. ڇو تہ ان وقت هندستان کي آزاد ڪرائڻ واري هلچل لاءِ ٽي فڪر جنم وٺي چڪا هئا، هڪ مهاتما گانڌي طرفان جنهن هندستان ڇڏي وڃو جو نعرو ڏئي اهنسا جي واٽ ورتي، گانڌي جي چيو تہ پرامن احتجاج بائيڪاٽ ۽ هڙتال ذريعي انگريز سامراج کي پٺي وڃڻ تي مجبور ڪيو وڃي، ٻيو سڀاش چندر بوش هو. جنهن انگريز حاڪمن کي "گوريلا جنگ" يا ڇاپا مار ويڙهہ ذريعي ڀڄائڻ پئي چاهيو. ٽيون ڀڳت سنگهہ هو جنهن دهشت پسند ڪارروائين ذريعي انگريزن کي هندستان ڇڏائڻ ٿي چاهيو. ۽ لڳي ٿو تہ هيمون ڪالاڻي پڻ ڀڳت سنگهہ جي دهشت پسند تحريڪ کان گهڻو متاثر

ٽيل هو. ڇو ته ڪلهن ڪلهن هو پنهنجي ڪلاس فيلوز کي گڏ ڪري انهن کي ڀڳت سنگهه جي دهشت پسند ڪارروايُن بابت ليڪچر پڻ ڏيندو هو.

هيمون جسماني طرح ڪٿي ننڍڙو هو پر ذهني طور وڏن کان به وڏو هو. هن محسوس ٿي ڪيو ته جيڪا قوم (انگريز) پيار محبت ۽ امن جي هٿيارن بجاءِ بندوق بم ۽ بارود هٿ ۾ ڪٿي اسان جي ڌرتي ۽ ديس کي غلام بڻايو آهي. ان قوم آڏو بي هٿيار بڻجي، پيار ۽ محبت وارو احتجاج ڪرڻ بزدلي ۽ پاڙيائپ کان سواءِ ڪابه معني نٿو رکي. ڇوته هٿياربند دشمن سان هٿيار جي ٺي زبان ۾ ڳالهائڻ کپي— پرامن احتجاج ذريعي هو (انگريز) ڪلهن به هندستان نه ڇڏيندا. شايد ان ڪري ٺي هيمون ڪالاڻي دادا ٽانورداس گلومل جي اڳوائيءَ هيٺ ريل ڪيرائڻ واري رٿا تيار ڪئي هئي.

اهو هڪ اٽل قانون آهي ته ڪنهن به ديس اندر بندوق هٿ ۾ ڪٿي ڌاڙيلن جي روپ ۾ داخل ٿيندڙ قوم تشدد کان سواءِ واپس نـاهي موٽندي. شايد ان ڪري ٺي سنڌ اندر ڌاريـن انگريـزن خلاف جيڪي به تحريڪون ۽ هلچلون هليون سـي سـڀ ٺي پـر تشدد ۽ هنسائي ٿيون. گوليءَ جو جواب گوليءَ سان ڏنائون. ان دور ۾ هڪ طرف دنيـا ۾ ٻي عالمگير جنگ جا ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا، موت جا وحشي درندا انسانن مٿان بمن جي بارش وسائي رهيا هئا، مغربي دنـيا جون

اتحادي قوتون روس ۽ آمريڪا سان گڏجي هٽلر خلاف جنگ
وڙهي رهيون هيون ۽ جپان جي شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪي
مٿان ايٽمي اسلحي (ايٽم بم) جي استعمال لکين ماڻهن
کي موت جي ننڊ سمهاري ڇڏيو هو. ته ٻئي طرف سنڌ
اندر انگريز سامراج خلاف گوريلا جنگ هلي رهي هئي.
جيڪا "حر تحريڪ" جي روپ ۾ سنڌ اندر ڌارين
سامراجين خلاف ۽ انهن کي سنڌ مان ڪڍڻ خلاف
نروار ٿي چڪي هئي. حر تحريڪ جو مک رهبر ۽
اڳواڻ پير سائين پاڳارو وڏو، مکي بيلي ۾ انڊمان
۾ هندستان جي بين الاقوامي طور مڃيل گوريلا اڳواڻ
۽ آزاد هند فوج جي اڳواڻ سڀاس چندر بوش سان ڳجهي
طور ملاقات پڻ ڪري چڪو هو، ۽ ٽئين مکتب
فڪر يعني مهاتما گانڌيءَ جي پرامن ۽ اهنسا واري
تحريڪ کي پڻ سنڌ مان چڱي خاصي موٽ ملي هئي.
انهن ٽنهي فڪرن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان
سنڌ ۾ هٿي ملي پر "ٻن قومي نظرين" واري تصوراتي
۽ هوائي نظرئي جو ان دور تائين ڪوبه خاص ڪردار
نظر نٿو اچي. آزادي، ڪنهن کي به گهر ويٺي جهوليءَ
۾ ملي نٿي سگهي. ڇو ته آزادي لاشن جي ڍيرن تي
۽ رت جي دريائن جي وهڪ کان پوءِ نصيب ٿيندي
آهي. جنهن قوم جو ليڊر هڪ سيڪنڊ لاءِ به جيل
ياترا نه ڪئي هجي، ڪو ظلم ۽ ڪا تڪليف نه سٺي
هجي ان قوم کي آزادي مان ڪافي مونجهارن ۽ دليلن

کي جنم ڏيندڙ فيصلو آهي. تاريخ ۾ ايڊو انڊير دنيا
جي ڪنهن به حصي ۾ ناهي ٿيو ۽ نه ٿي ٿي سگهي ٿو.
مان ته محققن ۽ تاريخدانن جي ان راءِ کي به مڃڻ
۽ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان ته ٻي عالمگير جنگ
جي تباهي ۽ بربادي جي نتيجن کان متاثر ٿي، انگريز
يا برطانوي سامراج هندستان ۽ ٻين ننڍين ڪيترن ۽ نوآباديات
کي آزادي ڏني. اهو دليل حقيقت ۾ ته انگريز سامراج
مان وڙهندڙ شهيدن جي هاريل رت کان مڪمل انڪار
برابر آهي. ڇو ته ٻي عالمگير جنگ جي تباهڪاريءَ
کان پوءِ به برطانوي سامراج ان پوزيشن ۾ هو ته هو
ڪجهه سالن تائين هندستان سميت ٻين ننڍين ڪيترن کي
غلام رکي سگهيو ٿي. پر هندستان سميت ٻين ڪيترن
ئي غلام ملڪن جي آزادي پسند قوتن جي پرتشدد
ڪارروائين کان ڊڄي ڪري انگريزن غلام ملڪن کي
آزادي ڏني، پر هتي ته اها آزادي مذهبي غلاميءَ جو
روپ وٺي اسان آڏو نروار ٿي جيڪا اڄ ڏينهن تائين
اسان جي اکين آڏو آهي.

هند ۽ سنڌ مان انگريزن جا پير پٽڻ جو واحد
سبب هتان جي آزادي پسند انقلابي قوتن جون گوريلا
۽ دهشت پسند ڪارروايون هيون. هندستان ۾ مهاتما
گانڌي، سڀاش چند زبوش ۽ ڀڳت سنگهه ۽ سنڌ ۾ سائين
جون ڪارروايون ته هتي پير سائين پاڳارو (روضي ڌڻي)
هيمون ڪالاڻي، پرچو وديارٿي ۽ ٻين دهشت پسند ۽

گوريلا تنظيمون ٺاهي، آزاديءَ جي جنگ ۾ حصو ورتو. نتيجي طور پير پاڳاري ۽ هيمون ڪالانيءَ کي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو پر پنهنجي زندگيءَ ۾ هو ڪنهن به سامراجي قوت آڏو نه جهڪيا. ۽ جن انگريزن جي همٿ ۾ ڏني جيون گهاريو، جن قوم پرستن ۽ انقلابين جا گهوٽ پيچرا ۽ پيرا پڌايا، جن قوم پرستن جي ڏنل قربانين جو نيلام ڪيو ۽ جن شهيدن جي رت سان غداري ڪئي تن مان ڪي خانبهادر بڻيا ته ڪي راءِ بهادر، ڪي سر بڻيا ته ڪي پيو ڪجهه ........!! ان سڄي انقلابي عمل ۽ قربانين جي هاريل رت مان واضع ٿيو ته هندستان کي ٻي عالمگير جنگ جي ڪري نه، پر آزادي پسند قوتن جي انقلابي تحريڪ جي نتيجي ۾ مجبور ٿي انگريزن آزاد ڪيو. انگريز حڪمرانن جي انگن اکرن مطابق رڳو سنڌ اندر حر تحريڪ دوران چاليهه هزار سنڌي شهيد ٿيا ۽ ست هزار سنڌي عورتن جي عصمت دري ڪئي وئي. اڄ به ضلعي سانگهڙ ۾ اهڙيون سوين عورتون زنده آهن، ۽ سنڌ برصغير جو پهريون ملڪ هو جتي حر تحريڪ جي گوريلا ويڙهه جي نتيجي ۾ ١٩٤٢ع ۾ مارشل لا لڳائي انگريزن قتل عام ڪيو ۽ پهرين طرف مارشل لا ڪورٽون قائم ڪري آزادي پسند سنڌي ماڻهن کي سخت سزائون ڏنيون.

”ساڙ ٻار“ تحريڪ دوران پڻ سنڌ ۾ هيمون ڪالانيءَ ۽ سنڌمس آزادي پسند انقلابي تنظيم وڏو ڪردار ادا

ڪيو. سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ انگريز سرڪار جي هيڊ ڪوارٽرن، سرڪاري آفيسن، ڪورٽن ۽ ٿاڻن تي حملا ڪري سرڪاري رڪارڊ تباهه ڪيو ويو، ان تحريڪ دوران هيمون ڪالاڻي وارن انسپيڪٽر جنرل جي ڪوڙيءَ صحيح سان جيل ۾ بند پنهنجو هڪ انقلابي ساٿي پڻ آزاد ڪرايو هو.

هڪ دوست هيمون قاضيءَ جي لکڻيءَ موجب ته انگريزن کي گوريلا جنگ ۽ دهشت گرديءَ وارين ڪاررواين جي ڪري ڪمزور ڪندڙ ٻه گروهه هئا. هڪڙا اهڙي قسم جا ڌاڙيل هئا جيڪي ٻئنڪن کي ڌاڙا هڻي، ڪانگريس جي مالي مدد ڪندا هئا. جنهن جو ڀهندار اڳواڻ اميرو رند هو، جيڪو اڄ به لاڙڪاڻي ۾ ڪراڙپ جي زندگي گذاري رهيو آهي. اهڙي قسم جو مشهور واقعو ان دؤر ۾ لکيل عرب ٻئنڪ کي ڌاڙو آهي. جيڪو ان ڳالهه جو واضع ثبوت آهي. هن دوست ان ڪراڙي ڌاڙيل اميري رند جو پيو ڪو وڌيڪ احوال ڪونه ڏنو آهي جڏهن ته حقيقت ۾ دوست کي جڏهن ان دؤر خبر هئي ته ان دؤر جي تحريڪ ۽ هلچل بابت ان کان هڪ ڀرپور انٽرويو ڪري ها ــ اميرو رند نالي سان ته مسلمان ٿو لڳي پر ٻئنڪ کي ڌاڙا هڻي ڪانگريس جي مدد ڇو ڪندو هو؟ جڏهن ته ان دؤر ۾ مسلم ليگ به سرگرم هئي؟ ۽ سنڌ ۾ ڪانگريس وارا هنسا (تشدد) بجاءِ اهنسا (عدم تشدد) ۾ يقين رکندا

هئا؟ پنهنجي ڦرلٽ ۽ ڌاڙا اهنسا جو ثبوت ته فراهم
ڪونه ٿا ڪن!؟ ان دؤر جي اهڙي ڌاڙيل ڪان اها
پڇا ضرور ڪرڻ کپي ها ته هو مسلم ليگ بجاءِ
ڪانگريس جي مدد ڇو ڪندو هو؟

۽ ٻئي قسم ۾ هن اهڙا سرويچ ۽ جوڌا پڌايا آهن
جيڪي انگريز سامراج سان سڌو ۽ روبرو ٽڪر کائيندا
هئا ۽ مختلف هنڌن تي دهشت پسند ڪارروايون ڪري،
حڪومتي مشينري کي ڪمزور ۽ هيڻو ڪندا هئا.
اهڙن جوڌن ۾ هن هيمون ڪالاڻيءَ جو نالو ڪنيو آهي.
هيمون ڪالاڻيءَ جو ڪردار سنڌ جي آزاديءَ واري
جدوجهد جو هڪ تاريخي ۽ نه وسرندڙ ڪردار آهي.
جنهن ڦاسيءَ جي ڦندي کي چمي پنهنجي ڳچيءَ لاءِ
آزاديءَ جو هار سمجهي پاتو پر هن معافي نامون لکي
ڏئي جهڪڻ قبول نه ڪيو.

سنهنجي نظر ۾ هن انقلابي قومي جدوجهد دوران
حر تحريڪ کي وسارڻ تاريخ سان نا انصافي برابر آهي.
هن سڄي تحريڪ دوران ڦرلٽ جا واقعا گهٽ ٿا ملن،
دهشت پسند ڪارروايون به ضرور ٿيون هونديون پر
ظاهري طور هيمون طرفان ريل ڪيرائڻ واري واقعي کان
وڌيڪ تاريخ ۾ ٻيو ڪوبه وڏو واقعو نظر نٿو اچي.
سنڌ ۾ اهڙين ڪارروائين جو اصلي محرڪ ۽ مهندار
پرچو وديارٿي ۽ سندس سؤٽ عيشي وديارٿي هئا. پرچي
وديارٿي لاءِ ته پڌڻ ۾ ئو اچي ته هيمون ڪالاڻي سان

ٻئڙي اڪوڙٿ واري عمل ۾ ٻئ ڳڏ هو. پر هن ٻري ڪان ڪي پوليس وارا ڀاڻ ڏانهن ايندي ڏسي ورتا ۽ اتان کسڪي ويو. هن هيمون ڪالاڻيءَ کي به هوشياري وٺائي پر هو پنهنجي ڪم ۾ ايترو ته مشغول ۽ محو هو جو دنيا جي ٻئي ڪنهن ڏنڌي ڏانهن سندس ڌيان ئي نه هو، ۽ ٻڌو اٿ ٻڌو ڪري ڇڏيو. نبي بخش کوسي جي لکڻي مطابق ته: ”ڪينجهر کان ڪارنجهر ۽ ڪيٽي بندر کان ڪشمور تائين هنڌين ماڳين هيمون ۽ سندس دوستن جي هاڪ ۽ ڌاڪو ڄميل هو.“ هن اڌو مضمون اڳتي قدم ۾ لکيو هو، هن وڌيڪ لکيو ته: ”پرچو وديارٿي انقلابي حڪمت عمليءَ جو بهترين ڄاڻو هو، هيمون ڪالاڻيءَ کي پڪڙيندڙ پوليس وارو انگريز سامراجين جو نمڪ خوار پنجابي هو، سندس نالو شايد فيروز خان هو-!“ شايد اهو پرچو وديارٿي اڃا سوڌو زنده آهي ۽ هندستان ۾ رهي ٿو.

جيرام سنڌوءَ جي لکت مطابق ته: ”سنڌ ننڍو ملڪ ضرور هو، پر هر تحريڪ ۽ هلچل ۾ سنڌي ماڻهن جو وڏو حصو هو. ٩- آگسٽ کان وٺي ملڪ اندر گرفتارين جي ڌم مچي وئي سڀ وڏا وڏا ليڊر ۽ اڳواڻ گرفتار ٿي ويا، پر نوجوانن ان خيال کي پريو. آزاديءَ جي انقلابي جهنڊي کي پنهنجن هٿن مان ڪرڻ نه ڏنو، ان وقت تحريڪ دوران جيڪي سنڌي نوجوان گرفتار ٿيا، انهن ۾ پرڪاش نارائڻ، ڊاڪٽر رام، منوهر لوهيا،

اچيت، سريمتي، ارونا ۽ اصغرعلي هئا."

٢٣- آڪٽوبر ١٩٤١ع واري ڏينهن هيمون ڪالاڻي، ۽ سندس ڪن دوستن کي خبر پئي ته برطانوي سامراج جيڪو هي عالمگير جنگ ۽ اندروني آزادي واري انقلابي هلچل، گوريلا تحريڪ ۽ دهشت پسنديءَ جي ڪري ڪافي ڪمزور ۽ هيٺ ٿي چڪو آهي، سو وري پنهنجي ناجائز ۽ غيرقانوني اقتدار کي نئين ٽيڪ ۽ سهارو ڏيڻ سان گڏ غلاميءَ جي زنجيرن کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ هڪ نئين سازش سٽڻ وارو آهي. ان سٽا ۽ سازش هيٺ هنن سنڌ ۽ بلوچستان جي آزادي پسند انقلابين جو قتل عام ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي آهي. جنهن ڪري مسلح فوج ۽ جديد هٿيارن سان ڀريل هڪ ريل گاڏي جيڪا پنجاب کان ڀرجي سنڌ ۾ پهچي چڪي هئي. ڪجهه هٿيار بارود ۽ سپاهي هت لاٿا ويا آهن، ۽ باقي سامان سنڌ مان بلوچستان موڪليو پئي ويو، ۽ ان گاڏي ۾ ڪي اعليٰ عملدار پڻ بلوچستان طرف وڃي رهيا هئا جيئن اتان جي آزادي پسندن کي ڪچليو ۽ چيڀاڙيو وڃي. اها ريل گاڏي روهڙيءَ کان سکر ذريعي ڪوئيٽا وڃڻ واري هئي. جڏهن اها خبر هيمون ڪالاڻي ۽ سندس ساٿين کي پئي. تڏهن هنن پاڻ ۾ صلاح ڪئي، ۽ پراڻي سکر وٽان ريل جي پٽڙي اکوڙي ريل کي ڪيرائڻ جو پلان ٺاهيو ڇو ته هيمون ڪالاڻي ۽ سندس ساٿين جي اها خواهش هئي ته سامراجي مقصدن

۽ انهن کي ٽيڪ ۽ سهارو ڏيڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ فوج ۽ بارود کي ختم ڪن ڪيو، ۽ ٽيڪ ان وقت جڏهن اها ريل سکر وٽان گذرڻ واري هئي. ان کان هڪ ڏيڍ ڪلاڪ کن اڳ هيمون ۽ سندس ٻيا ٻه ساٿي مخدوم جماعت پير جي سامهون ڪڙائي سيدن جي گهرن وٽ، دشمن جي فوج ۽ بارود سان ڀريل ريل گاڏي کي ڪيرائڻ لاءِ ريل جي پٽڙي اکوڙڻ لڳا....!!" ۽ ان ڏينهن ئي يعني ۲۳- آڪٽوبر ۱۹۴۲ع تي پٽڙي اکوڙيندي ٿڏي تي هيمون ڪالاڻي ته پڪڙجي پيو، پر سندس ساٿي ٻئي جان بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.... جاءِ واردات تي ئي ريل ڪيرائڻ جي ڏوهه ۾ پڪڙجڻ کان پوءِ انگريزن جي دلالي ڪندڙ بي ضمير ۽ ويڪائو قسم جي پوليس وارن هيمون ڪالاڻيءَ حو اهو حشر ڪيو جيڪو دنيا جي اڪثر آزادي پسند انقلابين جو ڏاج آهي. ذهني توڙي جسماني طرح هيمون ڪالاڻيءَ مٿان ظلم ڪيو ويو. ڪيس جسماني توڙي ذهني عذاب ڏنا ويا. تشدد سان گڏ محبت جهڙن هٿيارن کي به استعمال ڪري ڏٺو ويو. دنيا جو هر ظالمائو طريقو استعمال ڪيو ويو، سندس سنڌ سنڌ ساڻو ڪيو ويو. ور ور ڏني کانئس ساڳيو سوال، پڇيائون ته: "ٻڌاءِ ته ريل ڪيرائڻ ۾ توسان ٻيا ڪهڙا ماڻهو ساڻ هئا؟"

هيمون هر هر ورائيو، "ديس جو هر اهو ماڻهو مون سان گڏ هو، جيڪو ڌارين انگريزن کي ظالم

سمجهي ٿو ۽ ڪانئن نفرت ۽ ڇڙ ڪائي ٿو."

وري وري ڪانئس ساڳيو سوال ڪيو ويو پر هيمون هر دفعي ساڳيو جواب ڏنو ته: "هر اهو ماڻهو جون سان ريل ڪيرائڻ واري عمل ۾ ڪڏ هو جنهن جو نعرو غلاميءَ ڪان نفرت ۽ آزاديءَ سان محبت آهي. منهنجي ڌرتيءَ جا سورا دت، پهڙي اکوڙڻ وقت منهنجي هيٺن هٿن جا پانهن پيلي ۽ ساٿي هئا."

پڇڻ وارا سمجهي پيا پر هيمون نه سمجهيو، انگريز ڌارين چاتو ٿي ته ڪجهه فرد ته ان ڏوهه ۾ شريڪ ٿي سگهن ٿا پر سچو ڏيهه ان ڏوهه جو ڏوهاري هجي سو ته ناممڪن آهي.

هيمون ڪالاڻي هڪ سچو مجاهد ۽ ضمير وارو انسان هو، هن محسوس ٿي ڪيو ته اصل ڏوهاري اهي ڌاريا آهن جن اسان جي ديس مٿان ناجائز ۽ غيرقانوني قبضو ڪري اسان جي ماڻهن کي غلام بڻايو آهي. جن اسان جي ڌرتيءَ تي ڌاڙيان جو روپ ڌري اسان جي ڦرلٽ ڪئي آهي. هيمون ڪالاڻيءَ چاتو ٿي ته انگريز حاڪم ڪيس ائين ڪونه ڇڏيندا، پر ڪيس ڪوٽ ۾ گهٽ سزا ڦاسيءَ تائين اچي سگهي ٿي. ان هوندي به هن سچائيءَ واري ڏکئي ۽ ڪنڊائين پيچري تي هلڻ قبول ڪيو. پر مصلحت ۽ ڊاهه واري پيه واٽي کان دور رهيو. چيو ته ڪيس هڪ هئي ته سچ چوڻ وارا ۽ سچائيءَ جي راهن تي هلڻ وارا ڦاسيءَ چڙهي به زنده

رهندا آهن، ۽ ڪيس پڪ هئي ته سچ ڦاسيءَ چڙهي به ناهي مرندو پر هميشه لاءِ امر ۽ زنده بڻجي ويندو آهي.

ڌارين انگريزن کي برصغير (ننڍي کنڊ) جي ٻين ڪنهن به قوم مان ايترو ڏڄ ۽ ڏپ نه هو جيترو سنڌي قوم مان هو. ان جو واحد ثبوت اهو آهي جو هنن سڄي ننڍي کنڊ مان رڳو سنڌ سان مارشل لا لاڳو ڪري هئي مارشل لا ڪورٽون قائم ڪيون ۽ هزارين سنڌين کي سزائون ڏنيون.

سنڌي قوم، قومي جذبي جي بنياد تي دنيا جي ڪيترين ئي قومن کان وڌيڪ حساس ۽ جذباتي آهي، جڏهن به سنڌي ماڻهن کي گڏيل قومي احساس ٿيو آهي تڏهن مرڻ مارائڻ کان سواءِ ميدان تان ناهي موٽي، شايد ان قومي احساس ۽ حساسپڻي جي ڪري ئي انگريزن جو وڏ کان وڏ نقصان سنڌين ڪيو.

سنڌ اندر ڌارين انگريزن ڪيتريون ئي مارشل لا ڪورٽون قائم ڪيون، هيمون ڪالاڻيءَ کي پڻ ڪورٽ مارشل ڪيو ويو، ڪيس سکر جي مارشل لا ڪورٽ آڏو پيش ڪيو ويو جنهن ڪيس عمر قيد جي سزا ٻڌائي، ۽ سندس اهو فيصلو وري نظرثانيءَ لاءِ حيدرآباد جي مارشل لا ڪورٽ کي اماڻيو ويو، جنهن فوجي ڪورٽ جو جج هڪ بيرحم انگريز عملدار رچرڊسن هو، جنهن سندس عمر قيد واري سزا کي سزاءِ موت ۾ تبديل ڪري ڪيس ڦاسيءَ جو حڪم ڏنو.

هيمون ڪالاڻيءَ جي ان ڪيس جي پيروي، سکر سنڌ جي ملڪ بهترين ۽ عظيم وڪيل، ۱۹۷۳ع واري آئين جي خالق عبدالحفيظ پيرزادي ۽ هاڻ ڪورٽ سنڌ جي هائوڪي وڪيل مجيب پيرزادي ۽ عبدالحليم پيرزادي جو مانوارو پيءُ محترم عبدالستار پيرزادي ڪئي.

(عبدالحفيظ پيرزادو هاڻي لنڊن ۾ جلاوطن آهي، هاڻي ۷۳ع واري آئين جو انڪاري ۽ سنڌي بلوچ پشتون فرنٽ جو اڳواڻ آهي.)

ڦاسيءَ ڏيڻ کان اڳ انگريز سرڪار ۽ سنڌ جي چاڙتن اعليٰ سرڪاري عملدارن هيمون ڪالاڻيءَ کان لکت ۾ معافي وٺڻ لاءِ وڏا وس ڪيا. سنڌ جي مامي سيٺ موتڻ داس ڪالاڻي کي پڻ سرڪار هيمونءَ ڏانهن موڪليو ته هو ڪيس معافي وٺڻ لاءِ راضي ڪري، ۽ هٺ اکر لکي ڏئي پر هيمون ڪالاڻي سمجهيو ٿي ته اها انگريز حڪمرانن جي ملڪ وڏي چال آهي. انگريز ڪنهن به نموني ڪيس ڦاسي ڏيندا پر هو چاهين ٿا ته هيمون لکت ۾ معافي وٺي، جيئن ڦاسيءَ کان پوءِ تاريخ ۾ سنڌ جي ڪردار ۽ اڏولتا کي ختم ڪرائڻ لاءِ، ان لکت واري معافيءَ کي استعمال ڪري عام ماڻهوءَ جي دل ۾ پيدا ٿيل ڪاوڙ ۽ غصي کي ختم ڪرايو وڃي.

پر هيمون ڪالاڻيءَ چيو، "منهنجي زندگيءَ ۾ آئين هرگز نه ٿيندو، مان ڦورو لٽيرن ۽ ڌرتيءَ جو استحصال ڪندڙ ڌاريئن ڌاڙيلن کان ڪڏهن به معافي

نہ گھرندس. انگريز ھن ڌرتيءَ جا ڏوھاري آھن، ۽ معافي بہ انھن ڏوھارين کي وٺڻ کپي. مان ھنن ڌارين ڌاڙيلن جا پير پنھنجي ڌرتيءَ مٿان برداشت نہ ڪندس. مان معافي نہ گھرندس، ان لاءِ مون کي سؤ ڀيرا ڦاھيءَ تي چڙھڻو پيو تہ چڙھندس، مان معافي وٺي ڌرتيءَ جي غلاميءَ جا ڏينھن وڌائڻ نٿو چاھيان، مون کي ڌرتيءَ جي آزادي پنھنجي زندگيءَ کان وڌيڪ پياري آھي— ۽ ان آزادي لاءِ جيڪڏھن مرڻو پيو تہ موت کي ترجيح ڏيندس."

آخرڪار ان عظيم انسان ڦاسيءَ جو ڦندو پنھنجي ڳچيءَ ۾ وجھي موت قبول ڪيو پر آزاديءَ تي ڪنھن بہ قسم جي سوديبازي قبول نہ ڪيائين، ۽ ڪيس ٢١- جنوري ١٩٤٣ع تي سکر سينٽرل جيل ۾ ڦاسي ڏني وئي. جيڪا مرڪي قبوليائين، ۽ آزادي زنده باد، انقلاب زنده باد ۽ ڀارت ماتا جي جئہ، چئي ڦاھيءَ چڙھيو.

——

